# تاريخ جي ڪٽهڙي ۾

اڪرام ساگر عباسي



SINDH
PUBLISHING
HOUSE
KARACHI

سي - ۴۲۵ نيشنل آٽو پلازا مارسٽن روڊ ڪراچي ۷۴۴۰۰

# تاريخ جي ڪٽهڙي ۾

اڪرام ساگر عباسي

**ڇاپو پهريون: ڊسمبر ١٩٩٦ع**
تعداد : هڪ هزار
پبلشر: سنڌ پبلشنگ هائوس
سي - ٤٢٥ نيشنل آٽو پلازا مارسٽن روڊ ڪراچي ٧٤٤٠٠
پرنٽر: وول پرنٽر آءِ آءِ چندريگر روڊ ڪراچي

**قيمت ٤٠ رپيا**

## ارپنا

ارپيان ٿو انهن سمورن نسلن جي ناءُ جيڪي، پنهنجن جي
غداريءَ سبب ظلم جو شڪار بڻيا:

**اڪرام ساگر عباسي.**

اڪرام ساگر عباسي، تاريخ جي اونداهي، ڊيڪيل، گهٽيو پرتي سري وڃل ڪنڊ ۾ ڇپي مري ويل غدارن کي چڪي اسان جي آڏو نئين سر وني آيو آهي. جيئن اسان سڀئي سندن ڪرتوتن ۽ ڪارگذارين جا ڪُنل ڪين ياد ڪري سگهون ۽ هڪ وار ٻيهر ڪين ملامت جا چاپڙ چاڙهي نفرتن جي رڄ ۾ ڏڪي ڇڏيون. جيئن اڄ جا نڪور غدار شايد ان ملامت ۽ سزا کي ڏسي سمجهي سگهن.

۽ اهو ياد رکن ته زنده قومون ڪڏهن به غدارن کي معاف ناهن ڪنديون ۽ پنهنجا چڙواڳ پير سنڀالي ڪٽڻ جي ابتدا ڪري سگهن.

وڏيڪ ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي هي ڪتاب به ان آس سان پڌرو ڪجي ٿو ته شل اسان پاڻ سنڀالي وٺون.

انعام عباسي

# مهاڳ

تاريخ، افراد جي ڪارگذارين ۽ ڪاروائين جو بيو نالو آهي. فرد سٺو به آهي، ته خراب به. برو به آهي ته، چڱو به. انسان ۾ نيڪي ۽ بدي، خير ۽ شر ٻئي قوتون موجود آهن. امام الانقلاب مولانا عبيدالله سنڌي 'المقام المحمود تفسير قرآن' ۾ ڄاڻايو آهي ته جڏهن انسان پنهنجي علم ۽ روحاني طاقت جي زور تي، مڪمل انسان بڻجي وڃي ٿو، ته نيڪي جي قوت جيڪا فرشتن ۾ آهي، انسان ۾ وڌيڪ اچي وڃي ٿي ۽ بدي جي طاقت، جيڪا انسان ۾ گهٽي آهي، دٻجي وڃي ٿي؛ ۽ جڏهن نيڪي جي قوت بدي تي غالب ٿئي ٿي، تڏهن ان انسان جو درجو، فرشتن کان به وڌي وڃي ٿو- ۽ اهڙي انسان جو نالو تاريخ ۾، سنهري لفظن ۾ لکيو وڃي ٿو، پر بيو انسان جيڪو بدي ۽ هوس جو ٻانهو ٿئي ٿو، پنهنجين خواهشن جو غلام بڻجي، اقتدار ۽ ڪرسي ماڻڻ لاءِ ڪُڌا ڪم ڪري، نفس جو بندو بڻجي، خدا جي مخلوق لاءِ آزار ۽ ملير جي مارُن لاءِ، موت جو پيغام بڻجي وڃي، ان کي تاريخ ۾ چڱن لفظن سان ياد نه ڪيو ويندو. تاريخ، قوم جو تجربيگاهه آهي. تاريخ جي ليبارٽري ۾، قوم جي نئين نسل کي، عظيم درس ڏنو وڃي ٿو. تاريخ ئي زنده قومن جي جيوت جو نشان آهي. قوم جي زندگي جو اهڃاڻ آهي. تاريخ اهو روشن ڏيئو آهي، جيڪو ملڪ ۽ ملت جي، زندگي جو ثبوت فراهم ڪري ٿو. تاريخ اهو آئينو آهي، جنهن ۾ قوم جو ماضي جهلڪون ڏيندي نظر اچي ٿو، ۽ اها قوم پنهنجي شاندار ماضي کي، اڳيان رکي حال ۽ مستقبل جي تعمير ڪري ٿي. ان ڪري ئي چيو وڃي ٿو ته، تاريخ هر قوم جي نئين تعمير ۾ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿي ۽ نئين نسل جي تعمير ڪري ٿي ۽ انسان جا اهي چڱا ۽ براعمل، جيڪي ڪيس فرشتن کان به مٿي ۽ وري شيطان جا ساٿي بڻائين ٿا، تاريخ جو حصو بڻجي وڃن ٿا ۽ ان فرد جي نالي کي تاريخ جي ورقن ۾ محفوظ ڪري ٿا ڇڏين.

انسان جي نيڪ ۽ چڱين ڳالهين مان هڪ وطن جي حب ۽ وطن واسين سان پريت ۽ محبت به آهي. قرآن شريف ۾ آهي ته "خلق الانسان من الطين" (سورة السجده) اسان انسان کي مٽي مان بڻايو- ان ڪري مٽي سان محبت رکڻ، انسان جي فطرت آهي جبلت آهي ۽ من جو لاڙو آهي. ها! پيغمبري شيوو به- احاديث نبوي ۾ اچي ٿو ته، پاڻ صلعم جڏهن مڪي کان، الله تعاليٰ جي حڪم سان مديني ڏانهن هجرت ڪري رهيا هئا، تڏهن فرمايو هئائون ته "اي مڪ! ڪهڙو نه پاڪيزه شهر آهين. جيڪڏهن منهنجي قوم، مون کان، توکي جدا نه ڪري ها ته مان ٻي جاءِ تي نه وڃان ها" اهوئي سبب آهي جو پاڻ ڪجهه سالن کان پوءِ مڪو شريف فتح ڪري، اباڻي شهر ۾ اچي دلي سڪون حاصل ڪرڻ فرمايائون.

اهڙي جنم ڀومي سان، ڄمڻ واري هنڌ سان، پاڪ ۽ پوتر اها مٽي، جيڪا انسان کي ڄڻي ٿي، ان مٽي مان پيدا ٿيل اناج ۽ ڀاڄيون کائي، ان سان وري دشمني ڪجي، بدخواهي ڪجي، نمڪ حرامي ٿي، ان ڌرتي جي ٽڪري ٽي ڌاريا آڻي، يا انهن جو ڀانهن ٻيلي بڻجي، ڦرلٽ ڪرائي، تباهي مچائي، پنهنجن ديسين ۽ ملڪ جي مارن جي رت جا درياءَ وهائي، هولي ڪيڏڻ ڪتان جي انسانيت آهي؟ ڪهڙي چڱ مڙسي آهي؟ اهڙي بي ضمير انسان کي "غدار" چيو وڃي ٿو. ديس دروهي ۽ وطن جو ويري، هر ملڪ ۽ هر ملت ۾ ملي ٿو ۽ تاريخ شاهد آهي ته، اهڙي فرد کي ڪنهن به پسند نه ڪيو آهي. محسن انسانيت حضرت محمد ﷺ تاريخ جي عظيم شخصيت هئا. سندن زندگيءَ مبارڪ ۾ به اهڙا غدار ۽ قوم جا ويري هئا، جيڪي اتندا وهندا مسلمانن سان هئا، ظاهري طور سندن سڄڻ ۽ گهڻگهرا هئا، پر انهن جا راز هٿ ڪري، مسلمانن جي جهاد متعلق ڳالهين کي ٻڌي، مديني جي رياست کي ڪمزور ۽ کوکلي ڪرڻ لاءِ گهات گهڙيندا هئا- ۽ اهي سڀ ڳالهيون دشمنن کي ٻڌائيندا هئا، انهن سان ٻٽ هئا. اهڙن غدارن ۽ وطن جي ويرين جو مرڪز، مسجد ضرار هئي. هو وڏا نمازي، متقي ۽ روزيدار هوندا هئا، پر مسلمانن جي جان جا دشمن ۽ مديني جي نئين حڪومت جي خلاف هئا. اهي اسان جي لفظن ۾ قوم ۽ ملڪ جا غدار ۽ قرآن شريف جي لفظن ۾ 'منافق' هئا. ۽ پوءِ ڪين ان ڏوهه جي

ڪهڙي سزا ملي. سندن مرڪز مسجد ضرار کي، خود الله تعاليٰ ڍاهڻ جو حڪم ڏنو ۽ حضور اڪرم صلعم انهن سان سڀ لڳ لاڳاپا ختم ڪري، مديني مان تڙي ڪڍيو- قرآن شريف جي سورة التوبہ سيپاري يارهين ۾ ان جو تفصيل سان ذڪر ملي ٿو. خاص ڪري جنگ تبوڪ وقت غدار اسلامي رياست لاءِ مسئلو بنجي پيا.

غدار ۽ ملڪ و ملت جو ويري، ڪنهن بہ لحاظ کان معاف ڪرڻ جهڙو ناهي. تاريخن ۾ اچي ٿو تہ، حضرت محمد ﷺ جڏهن مڪي کي فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو، تڏهن پاڻ الله تعاليٰ کان دعا گهريائون تہ "اي الله، دشمنن جي اکين کان هي ڳالھ لڪل رک ۽ فرشتن کي هن جي خبر ايتري تائين نہ پوي جو اسان وٽن پهچي وڃون". (زادالمعاد ج١- ص ٢، ۴ الطبع الميميز مصر ۽ ابن هشام ق ٢ص ٣٩٧) ان وقت حاطب بن ابي بلتعہ هو، جيڪو مڪي جو مهاجر هو. هو بدر جي جنگ ۾ بہ شريڪ ٿيو هو. هن اهڙو اطلاع هڪ عورت هٿان مڪي جي ڪافرن کي موڪليو. حضور صلعم کي وحي جي رستي خبر پئي. پاڻ ان وقت حضرت علي رضہ ۽ حضرت زبير رضہ کي ان عورت جي ڪڍ موڪليائون، جن ڪيس خاخ جي هڪ باغيچي وٽ پڪڙي، اها چٺي هٿ ڪري پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ اچي پيش ڪئي. عالم اسلام جو وڏو دانشور ۽ مورخ مولانا سيد ابوالحسن علي حسني ندوي لکي ٿو تہ: "بلاشڪ اها هڪ وڏي غلطي هئي. الله ڪيس معاف ڪري. رسول الله ﷺ ان متعلق چڱن خيالن جو اظهار ڪيو ۽ فرمايو تہ "تي سگهي ٿو تہ الله تعاليٰ اهلِ بدر جي خلوص ۽ قرباني کي ڏسي فرمايو هجي تہ، جيئن وڻيو ايئن ڪريو، مان اوهان کي معاف ڪيو." (المرتضيٰ صہ نمبر٨٣- ناشر مجلس نشريات اسلامي ڪراچي) بهرحال هن واقعي مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ، ان اصحابي سڳوري جو مذڪوره فعل مديني جي رياست ۽ امت مسلمہ جي بهتري لاءِ مفيد نہ هو، پر سندس اسلام لاءِ ڪيل خدمتن کي سامهون رکي پاڻ سڳورن صلعم، الله تعاليٰ کان ان لاءِ بخشش جي دعا گهري هئي.

عام طور چيو وڃي ٿو تہ، تاريخ نويسي هڪ پيچيده ۽ مشڪل فن آهي. خشڪ ۽ ٿوس Subject هئڻ ڪري، عوام هن ۾ گهٽ دلچسپي وٺي ٿو. پر اهو سارو مدار، تاريخ نويس تي آهي. هو پنهنجي لکڻ جي

ڍنگ Style، طرز تحرير بيان اسلوب ۽ موضوع چونڊڻ ۾ اهڙو انداز ۽ رويو اختيار ڪري، جيڪو پڙهندڙ جي وندر ۽ دلچسپي وٽان هجي. ان جي نفسياتي ۽ ذهني تقاضائن کي سامهون رکي ۽ وقت ۽ ماحول مطابق، موضوع چونڊي، اهڙي نموني پيش ڪري جو پڙهندڙ ان کي پنهنجو سمجهي، هينئين سان هنڊائي. ان سلسلي ۾، آءٌ خوشي سان چوندس ته محترم اڪرام ساگر عباسي ۾ هڪ ڪامياب مؤرخ جون سڀئي خوبيون موجود آهن. هو نئين ٽهي مان سٺو لکندڙ آهي. اڳ ۾ سندس هڪ ڪتاب "سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ" ميڄا ماڻي چڪو آهي. جنهن ۾ سنڌين جي شڪست جي اسباب جو سائنٽيفڪ انداز ۾ جائزو ورتو آهي، ۽ اهڙا نوس ۽ حقيقي ثبوت پيش ڪيا آهن، جو ڪيس داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهجي. هن چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونهي ته اڪرام نئين ٽهي جو ڪامياب تاريخدان آهي. هن تاريخ نويسي جي فن کي، پنهنجين خداداد صلاحيتن سان هڪ عام فهم Subject بنائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. هن اهڙو ته، اهم ۽ وقتائتو موضوع چونڊيو آهي، جيڪو اسان جي نوجوانن جي دلچسپي وٽان به آهي ۽ وقت جي تقاضائن مطابق به آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ ديس دروهين جون سياه ڪارگذاريون، ٽڙيون پکڙيون پيون آهن، جن پنهنجي وطني ڀائرن ۽ ملير جي ماروئڙن کي غلام بنائڻ ۽ پنهنجي ڪرسي حاصل ڪرڻ لاءِ، ننهن چوٽيءَ جو زور لاتو. منڍ کان اڄ تائين، اسان جي ديس ۾ اهڙن اقتدار جي بکين جي ڪمي نه رهي آهي. اسان جو نئون نسل اهڙن ظالمن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ٿو چاهي. مون کي ياد آهي ته، جڏهن منهنجا ٻه ڪتاب "ڏيئي ڏنڀ ڏڏن" (جيڪو سنڌ تي ڌارين جي حملن بابت هو) ۽ "سنڌين جي فوجي مهارت" ڇپيا هئا، تڏهن ڪيترن ئي نوجوان دوستن، شاگردن ۽ قومي ڪارڪنن مون کان هن موضوع تي ڪتاب لکڻ جي گهر ڪئي هئي، ۽ مون ان تي ڪم به شروع ڪيو هو. بهرحال مون کي ڏاڍي خوشي ٿي آهي، جو اسان جي هن نوجوان دوست "وطن جي ويرين" تي لکي، سندن پول پڌرا ڪري اسان جي تاريخ کي ڇنڊ ۽ صاف ڪيو آهي. اڪرام ساگر، هر لحاظ کان موضوع سان انصاف ڪيو آهي ۽ اهڙن فردن کي تاريخ جي عدالت ۾ پيش ڪري سندن ڪرتوتن کي وائکو ڪيو آهي.

تاريخ پڙهڻ جو فلسفو بہ ھي آھي تہ، ماضي جي ڪارگذارين کي سامهون رکي، حال جي تعمير ڪري مستقبل کي روشن ڪريون. اسان ڏسون تہ، ماضي ۾ اسان جن وڏڙن ڪان ڪهڙيون غلطيون ٿيون، جو اسان جي قوم هيڏا سور سٺا. اسان بهادر ۽ سورهيہ هئاسون. اٿو لٿو جهجهو ۽ ان ڪٽو جام هو. مال ميو متارو هو. عوام سجاڳ ذهن رکندڙ هو پر ان هوندي بہ، آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ٻاهرين اچي، اسان کي اسان جي ڌرتي تي ٻاندي ٻڻائي غلام ٻڻائي اسان ڪان ڊورن جيان ڪم ورتو- اهو سڀ ڪجهہ پنهنجن ئي ڪيو جن ڪرسي لاءِ، اقتدار لاءِ، پنهنجي ذاتي مفاد لاءِ ۽ پنهنجي اَنا لاءِ اهو ڪم ڪيو ۽ اهو فعل، وطن جي آزادي ۽ خودمختياري لاءِ زهرِ قاتل هو.

اسان کي ھي ميٹو پوندو تہ، اسان سنڌي احساس ڪمتري جا مريض آهيون. ٻاهرين جي چمڪ ڌمڪ، ٺٺ ٺانگر ۽ ڪوڙي ادمبر ڪان، جلد مرعوب ٿيندا آهيون. لڪير جو فقير بنجڻ اسان جي عادت رهي آهي. اڪيون ٻوٽي ٻين جي پٺيان ڪڍ لڳي پوڻ اسان جي روايت آهي، پٺي ورائي، پويان پنهنجي سڄڻ جي سڌ کي ٻڌڻ اسان سکيا ئي ڪونہ آهيون. اسان ذاتي مفاد جا غلام آهيون ۽ اهوئي سبب آهي جو، ”جيري لاءِ ٻڪري ڪهڻ“ وقت اسان کي ڪهڪاءُ ڪونہ اچي. اسين پنهنجن جا تَرا ڪڍڻ وارا آهيون ۽ شير شاهہ جا شڪرا ٻڻجي گهر جا ڪڪڙ مارڻ، اسان لاءِ سؤلو آهي. ان ڪري تاريخ جي هر دور ۾ جتي سوين سوڍن ۽ سورمن، سر ڏيئي، سنڌ جي سينڌ سنواري، اتي بہ چار اهڙا نمڪ حرام ۽ غدار پٽ پيدا ٿيا، جن سوين سرويچن ۽ هزارين سپاهين جي قربانين تي پاڻي ڦيري ڇڏيو.

اسان ۾ ٻي خامي آهي ”شخصيت پرستي“ جي ڪوڙي قوم پرستي جي فريب ۽ دوکي ۾ اچي، اسان اکيون ٻوٽي، هر ان فرد جي پٺيان لڳي پياسون، جنهن سنڌ ۽ سنڌي جو نعرو هنيو. اهو نہ ڏٺوسون تہ، ان همراهہ جو تاريخي قدڪاٺ ڪيترو آهي؟ هن جو تن سان گڏ مَن بہ صاف آهي يا نہ. ايئن تہ نہ آهي ”ٻاهر چَڪي مَکي، اندر ٻڙ ٻڙ دکي“ واري تہ ڪار نہ آهي هن ماضي توڙي حال ۾ پنهنجن سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو آهي؟ نہ اڳ ڏٺوسون نہ پيڇو- بَس ”پرائين دُهلين احمق نچي“ وانگر، هوش حواس

وڃائي ويٺاسون. خبر ناهي پٺي جو وچ سير ۾ اسان کي ڇڏي، اهو ناڪئو پرين پر غيرن سان وينو ڪڳيون هٽي.

تاريخ شاهد آهي ته، اهڙن وطن فروشن جي اسان وٽ ڪمي نه رهي آهي. سنڌ اهڙا ماڻهو به پيدا ڪيا جي "لوهه مروڙ" سڏبا هئا. هڪ ڇڙو سون جي مٽ هو. اهڙا به ماڻهو هئا، جن پنهنجو گهر ٻاري ڏياري ڪئي. پنهنجو آرام ڦٽائي، ٻين کي سک ڏنو. پر انهن سيني جي قربانين تي، اهڙن ماڻهن پاڻي ڦيري ڇڏيو. اهي ماضي ۾ به هئا ته، حال ۾ به آهن. اڄ اسان سنڌي، پنهنجي ڌرتي هوندي بي گهر آهيون. پنهنجي درياءَ هوندي، اڄ پيا مرون. پنهنجي گئس هوندي، دونهان وينا جهليون. ڪارخانن هوندي به بي روزگار آهيون. اهو سڀ پنهنجن جو ڪم آهي. ٻين کي کهڙي ميار ڏيون. پرايو آخر پرايو آهي. غير ته آخر غير آهي. ٻاهريون، آخر ٻاهريون آهي. پر انهن کي گهر جو در ڏيکاريو ڪنهن؟ انهن کي اسان جي تڏي تي آندو ڪنهن؟ اسان پنهنجن جي انهن ڪرتوتن تي روئون نه، پر انهن کي ڪنن کان وٺي چنبا وهائي ڪڍون- اڪرام ساگر صاحب، وڏي همت ۽ جرئت کان ڪم وٺي، محنت ۽ عرق ريزي سان، انهن جو حقيقي روپ، اسان کي هن ڪتاب ۾ ڏيکاريو آهي. هن ڪتاب ۾ جن شخصيتن کي پيش ڪيو ويو آهي. انهن صرف پنهنجي ذاتي مفاد، ڪرسي ۽ اقتدار ماڻڻ لاءِ پنهنجي ننگ ۽ وطن کي نيلام ڪيو. ڪاڪو چنو، چنيسر سومرو، ميان نورمحمد، راجو ليکي، تاجو ليکي، ميان عبدالنبي ڪلهوڙو، سيٺ نائون مل، ميرعلي مراد ٽالپر ۽ هن دور جا اهم فرد محمد ايوب کهڙو ۽ پيرعلي محمد راشدي جا نالا تاريخ ۾ ڪنهن کان ڳجها نه آهن ۽ سنڌن "تاريخي ڪردار" کي اڪرام ساگر، جنهن نموني پيش ڪيو آهي سو قابل تعريف آهي.

مطالعي جي وسعت ۽ تاريخ جي ڄاڻ سان گڏ، سندس بيان اسلوب نهايت وڻندڙ ۽ مؤثر آهي. هن تاريخي روايتن ۽ واقعن کي، اهڙي ته دلنشين انداز ۾ پيش ڪيو آهي، جو ڪتاب هڪ دفعو هٿ ۾ کڻڻ کان پوءِ، جيستائين پورو نه ڪبو، تيستائين رکڻ تي دل نه چاهيندي. پهاڪا، اصطلاح ۽ محاورا تحرير جي جان آهن. ان سان گڏ نثر ۾ تجنيس حرفي استعمال ڪري لکڻي کي سادو ۽ سلوڻو بڻايو آهي.

"١٨۴٣ع جو زمانو هو. سنڌ آزادي ۽ غلامي جي ٻہ واٽي تي بيٺي هئي. انگريز عهدنامن جي پاليسيءَ کي ڇڏي سنئون سڌو فوجي يلغار ڪرڻ لڳا هئا. مياڻي جو ميدان متو هو، سچ سنڌين جي رت ۾ رڱجي لال ڳاڙهو بڻجي ويو هو. لج وندين جا ور وڙهندي قربان ٿي ويا هئا. معصومن، يتيمن جو روپ اختيار ڪيو هو. مائرون ڪونڌر پٽ ڪهائي بي وارث بڻجي ويون هيون. پر نائون مل انگريزن سان دوستي ملهائڻ ۾ پورو هو." ليکڪ جي انداز بيان سان گڏ، سندس منظر ڪشي تي ٻہ نظر ڪريو تہ هن ڪهڙي نہ فنڪارانہ انداز سان هڪ وطن فروش ۽ مفاد پرست انسان جي تصوير چٽي آهي. سندس لکڻي مان "ادب ۽ آرٽ" جو باهمي لاڳاپو بہ ظاهر ٿئي ٿو. اهڙي طرح اڪرام ساگر صاحب، پنهنجي قلم سان تاريخ جي هر ڏکئي ۽ مشڪل خشڪ ۽ دير هضم واقعي کي اهڙي تہ پياري ۽ دلنشين انداز سان پيش ڪيو آهي، جو اهو واقعو ۽ غدار قاري کي پنهنجي اصليت ۽ سچي روپ ۾ اچي، متاثر ڪرڻ کان رهائي نہ ٿو سگهي.

بهرحال اڪرام ساگر جو هي ڪتاب ۽ هن جو ٻيو حصو اسان جي "تاريخي ادب" ۾ بهترين اضافو آهن ۽ اميد آهي تہ اسان جو نئون نسل هن مان سٺو لاڀ حاصل ڪندو.

**دادا سنڌي**

اٻاوڙو، سنڌ
٨ آڪٽوبر ١٩٩۴ع

# ليکڪ جا ٻه اکر

خاص ڪري سنڌ جي تاريخ سان، اها ٽريجڊي رهي آهي، ته قديم سنڌ ۾ ڪوبه، ڏيهي تاريخ نويس پيدا ناهي ٿيو عرب دور کان اڳ سنڌ ڪيئن هئي، سنڌ جي اقتصاديات، سنڌ جو تمدن ۽ تهذيب، سنڌ جي موسيقيت، سنڌ جي مذهبي رواداري، سنڌ جي رهڻي ڪهڻي ونڇ واپار ۽ ڳالهائڻ جو لهجو ڪيئن هو. سنڌ تي قدرتي آفتون ڪيتريون آيون، يا سنڌ جو جنگي هنر ڪيئن هو، ان جو ڪوبه صحيح نموني پتو ڪرو پئجي نه ٿو سگهي. سواءِ ڪجھ ڌارين حملي آورن جي خبر جي، ۽ ان جي مهابي ڪجھ حڪمرانن جي سڌ پوي ٿي ته، ان وقت سنڌ تي ڪهڙو حڪمران بادشاهي ڪندو هو. ان ۾ به ڌارين حملي آورن جي سورهيائي ۽ ڌاڪ کي وڌي چڙهي ڪري بيان ڪيو ويو آهي ۽ سنڌي حڪمران کي بيوقوف، ظالم ۽ ڪمر ظرف ڪري پيش ڪيو ويو آهي. ڪنهن به تاريخ نويس ڪڏهن به اها زحمت ناهي ڪئي، ته ان وقت جي حڪمران جي حڪومتي مشينري ۽ انتظاميه جي طريقي ڪار تي، يا سنڌي معاشري بابت به چار سٽون لکي.

عرب دور کان وٺي سنڌ جي تاريخ تي ٿورو گهڻو ڌيان ڏنو ويو جيڪا پڻ پرڏيهي تاريخ نويسن مهرباني ڪئي، جو ان کان پوءِ صحيح نموني سنڌ جي حڪمرانن جي تاريخ اسان آڏو آهي، ان ۾ به انهن پاڻ کي بحيثيت مسلمان جي مٿانهين حيثيت وارو ۽ سنڌ واسين کي هندو ڌرم جي ڪري هيٺو ۽ ڪمر ظرف ڪري پيش ڪيو آهي. اهوئي سبب آهي جو اسان وٽ، ان کان پوءِ وري سومرن جي دور جي مفصل تاريخ ڪو نه ٿي ملي. ان کان پوءِ سنڌ جي حڪمرانن پنهنجين خوبين بيان ڪرڻ خاطر پنهنجن سچن ۽ ڪوڙن ڪارنامن لکرائڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ اهڙي طرح پگهاردار تاريخ نويسن کان تاريخ لکرائڻ جي شروعات ٿي. پر اها به نه هجڻ جي برابر آهي.

ويجهڙائي ۾ مانواري حسام الدين راشديءَ ڏينهن رات هڪ ڪري تاريخ جي ڪجھ حصي کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن کي اڄ جو تاريخ نويس وري وري ولوڙي، مکڻ ڪڍڻ لاءِ پاڻ پتوري رهيو آهي، بجاءِ ان جي جو هو ڪا نئين تحقيق ڪري سنڌ جي تاريخ کي نئون موڙ ڏي.

سنڌ جي تاريخ تي ڪافي پاسن کان اڃان تائين ڪم رهيل آهي، آءٌ ان ڳالھ کي سامهون رکندي، سنڌ واسين جي شڪست کائڻ بابت هڪ ڪتاب محترم پڙهندڙن آڏو پيش ڪري چڪو آهيان جنهن ۾ مون پنهنجي وس آهر شڪست کائڻ جي هر پاسي جي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. هينئر وري سنڌ جي غدارن تي مشتمل هي ڪتاب اوهان آڏو آهي.

مون پنهنجن هنن مقالن ۾، انهن شخصيتن کي وائکو ۽ پڌرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جن پنهنجي پنهنجي دور ۾ طاقت (اها مذهبي اڳواڻي هجي يا رياست جي حڪمراني) حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجن مفادن جي حاصلات خاطر عوام جي حڪمراني حاصل ڪرڻ کان پوءِ انهن پنهنجي وحشي روح جي گهوڙي جي سنبن هيٺان، عوام جي معصوم جذبن کي چچريو ۽ چيپاٽيو آهي. انهن هميشه پنهنجي پيٽ پرڻ خاطر عام رعيت جو امن ۽ سڪون پٽي ڦٽايو آهي، عام انسانن جي جان، مال، عزت ۽ آبروءَ جي تحفظ بدران انهن عوام جو رت وهايو.

مجموعي طور انهن ڪردارن کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪ اهي جيڪي ان وقت حڪمران هئا، جن پنهنجي ڪوڪلي انا ۽ ڪرسيءَ بچائڻ خاطر، ڌرتيءَ ماءُ جو سودو ڪرڻ ۾ ٻه دير نہ پئي ڪئي ۽ ٻيا اهي جن کي ان وقت جو مجبور عوام پنهنجي لاءِ مسيحا پائيندو هو. انهن جي ڏاهپ ۽ دانائيءَ ۾ عوام جو وڏو ڀروسو هوندو هو. ۽ جيڪي هر عمل جي ردعمل جي ڄاڻ رکندي ٻہ، سنڌ کي غلاميءَ جي ڪاري کن ۾ اڇلائڻ لاءِ ڌاري سامراج جا دلال ۽ ڪڙم جا ويري بڻجي پيا. پهرين قسم ۾ چنيسر، ميان عبدالنبي ۽ ان جا صلاحڪار ۽ محمد ايوب کهڙو. ۽ ٻي قسم ۾ ڪاڪو چنو ۽ پير علي محمد راشدي اچي وڃن ٿا.

باقي سيٽ نائونمل کي اسان وٽ ٻن مختلف رخن کان ڏٺو وڃي

ٿو، هڪڙن سيٺ کي غدار ڪوٺيو آهي، ۽ پين جو خيال آهي ته سيٺ جيڪو ڪجھ ڪيو، اهو وطن دشمنيءَ خاطر نه، پر اهو ميرن جي مذهبي ڪٽرپڻيءَ جي ڪري ڪيو هو. ميرن، هندن سان تمام گهٽيون جنيون ڪيون هيون، عام هندن کي ته ڇڏيو، پر ميرن سيٺ جي پيءُ هوتچند جو طوهر اسلام جي سنت مطابق ڪرايو هو. جيڪو سيٺ لاءِ تمام گهڻو ايذائيندڙ هو. تنهن ڪري سيٺ کي غدارن ۾ شامل نه ٿو ڪري سگهجي.

سيٺ نائونمل جي ان رخ تي جيڪڏهن لکيو وڃي ته تمام گهڻو لکي سگهجي ٿو، پر مان هتي صرف ايترو چوندس ته ڇا ڪنهن هڪ شخصيت جي انا ۽ عزت خاطر سموري قوم جي عزت، خودداري ۽ آزادي جو سودو ڪرڻ، جيڪڏهن غداري ناهي ته پوءِ ان کي پيو ڪهڙو نالو ڏيئي سگهجي ٿو........!!!

جيڪڏهن سيٺ کي پنهنجي پيءُ جي عزت جي پلاند خاطر اهو حق ڏبو ته پوءِ قرباني به پنهنجو مفهوم ۽ اهميت وڃائي ويهندي ۽ پوءِ ڪاڪي چني ڪان وٺي پير علي محمد راشديءَ تائين. انهن سمورن کي پڻ اهو حق پهچي ٿو ته انهن ڪجھ هڙ حاصل ڪرڻ خاطر جيڪو ڪجھ ڪيو اهو صحيح ڪيو هو.

سنڌ، اڄ جنهن ڪٺن حالتن مان گذري رهي آهي، سموري تاريخ ۾ ڪنهن به وقت اهڙيون حالتون نظر نه اينديون. ٽانڊي لاءِ آيل، بورچي خاني تي ته ڪڏهوڪو قبضو ڪري چڪا آهن هينئر وري دالي کي به ڦٻائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن. الطاف حسين لنڊن ۾ ويهي سنڌ کي ورهائڻ لاءِ سازشون سٽي رهيو آهي، ۽ وڏي واڪي سنڌ کي ٻن حصن ۾ ورهائڻ جا اعلان پيو ڪري، سنڌ جا سهڻا شهر، ڪراچي ۽ حيدرآباد جهنم بڻجي چڪا آهن امن، اهنسا، ڀائيچارو، ميل ميلا، قرب، سک ۽ سڪون ختم ٿي ويو آهي، ان جي جاءِ تي نفرت، بغض، ساڙ، ڪيني، افراتفري ۽ لٽ مار اچي واسو ڪيو آهي. ان ايڏي گهٽ، پوسٽ ۽ پريشان ڪندڙ حالتن ۾ به اسان جا رهنما هڪ ٻئي کان گوءِ کٽڻ ۾ پورا آهن، ڪيترن ئي اتحادن ٺهڻ جي باوجود، وڏماڻهائپ سبب وري هڪ ٻئي کان ڪوهين ڏور بيٺا آهن پيپلزپارٽي جيڪا سنڌ جي عوام جي نمائنده پارٽي آهي. جنهن کي هي ٽيون ڀيرو سنڌ واسين اکيون ٻوٽي ووٽ ڏيئي برسرِ اقتدار

آندو آهي، ان جا حال اهي آهن جو اڄ بہ اهي ايم ڪيو ايم سان ناتا خاطر مختلف ڪاميٽيون پيا جوڙين، رڳو اخباري بيانن جي دم آهي، روزانو اخبار جو اڌ حصو، سنڌ جي ورهاڱي تي ڪوَر ٿيل آهي. پر جيڪڏهن عملي ڪم تي نظر وجهبي تہ نتيجو زيرو نظر ايندو ۽ ائين ٿي سنڌ سياسي چڪيءَ ۾ پيسبي ۽ پيڙبي رهي ٿي.

انهن اهڙين حالتن ۾ مون پاڻ تي فرض ڄاتو، تہ سنڌ جي غدارن کي "تاريخ جي ڪٽهڙي ۾" آڻي عوام اڳيان پيش ڪيان. ۽ اڄ جي سياسي ڪيڏارين تي واضح ڪيان تہ، اوهان جي ڪارنامن تي بہ تاريخ جي نظر آهي، ياد رکو جيڪڏهن اوهان سياسي مصلحتن خاطر سنڌ جي مفادن سان ذري برابر بہ هٽ چراند ڪئي تہ اوهان کي بہ تاريخ جو انصاف پسند ڦيٽو، اڄ نہ تہ سڀاڻي، پنهنجي هيٺان آڻي ائين ئي چيرڦاڙ ڪندو جيئن اڳين ڪرڙم جي ويرن جي ڪئي اٿائين.

نئون ديرو
۲۵ جولائي ۱۹۹۴ع

**اڪرام ساگر عباسي**

# ڪاڪو چنو

قربيا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪيرنہ چڪيو،
دنيا ڪارڻ ڏين، وڃائي ولھا تيا.

سنڌ جي جنھن بہ دور جي تاريخ تي نظر وجھنداسون تہ، جيجل سنڌ جي محب وطن پٽن سان گڏ، سنڌڙي ماءُ جي ويڪائو پٽن جا ڪٽڪ پڻ ملندا. جيڪڏھن اسان انھن جي غداريءَ جا سبب جاچينداسون تہ، صرف مطلب پرستيءَ ۽ خودغرضيءَ جي ٻيا ڪي بہ سبب نظر ڪونہ ايندا. اھي ذاتي انا پرستيءَ جي ڏيکاءَ ۾ قاسي پنھنجو پاڻ کي وڏي عزت ۽ آبروءَ وارو سمجھندا ھئا. انھيءَ ڪري جڏھن بہ انھن کي پنھنجي عزت ۽ شھرت لڏندي محسوس ٿيندي ھئي تہ، اھي وطن ۽ قوم جي عزت ۽ ناموس ۾ ھٿ وجھندي دير ئي ڪونہ ڪندا ھئا.

ھر قوم لاءِ بيوقوف ۽ جاھل ماڻھو وڏا نقصانڪار ٿيندا آھن. انھن جي ھر عمل سان قوم کي وڏو سانحو رسندو آھي، پر ڪڏھن ڪڏھن عقلمند ۽ ڏاھا سڏجڻ وارا بہ انھن کان گھٽ ثابت ناھن ٿيندا. جڏھن تہ قوم جي بقا جو دارومدار ئي انھن جي سياڻپ ۽ ھوشياريءَ تي ٻڌل ھوندو آھي ۽ انھن جي ھر قول ۽ فعل تي قوم وڏيون وڏيون منزلون طئي ڪري پنھنجي ڏاھپ، بھادري ۽ خوشحاليءَ جو نالو روشن ڪندي آھي. پر جڏھن انھن جي ذھن ۾ ڏاھپ جي جاءِ خوف ۽ لالچ اچي ٻريندي آھي تہ انھن کان وڌيڪ ٻيو ڪوبہ ھاڃيڪار ثابت ناھي ٿيندو.

ھاڻي راجا ڏاھر (695-712) جي دور تي سرسري نظر وجھون تہ، ان وقت سنڌ جي ڏاھن ڪھڙو ڪردار ادا ڪيو آھي، جن جي ڪري سنڌي عوام ھيو ۽ جن جي رڳو اشاري ڪرڻ تي، پنھنجا سِر ڪٽي ترِيءَ تي رکڻ لاءِ بہ تيار ھئا.

تاريخ جي مطالعي ڪرڻ مان اسان کي خبر پوي ٿي ته، راجا ڏاهر واري وقت ۾ سنڌ اندر ڪاڪي چني نالي هڪ وڏو داناءُ انسان هوندو هو. سنڌ جا ماڻهو ان جي پيروي ڪرڻ ۾ پنهنجي نجات سمجهندا هئا. اهو واقعي حالتن جي جائزي وٺڻ ۾ وڏي مهارت رکندو هو پنهنجي دور جو اهو وڏو سياستدان ڪري ليکيو ويندو هو. اهو جيڪڏهن چاهيندو هو ته، ڪنهن بزدل ۽ گيديءَ کي به پنهنجي سياسي چالاڪين سان وڏو بهادر بڻائي ڇڏيندو هو، پر جڏهن عربن سنڌ تي حملو ڪيو ته، هن پنهنجن صلاحيتن مان سنڌ کي ڪوبه فائدو ڪونه رسايو. ويتر راجا ڏاهر جو مخالف بڻجي، ان جي مٿير مڙسن کي ڪانئر بڻائڻ لڳو. محمد بن قاسم جڏهن فتح جا نغارا وڄائيندو اڳتي ٿي وڌيو ته، ٻڌاپور جي بهادرن، جيڪي ڪاڪي چني جا پوئلڳ هئا، اهي لڙائيءَ لاءِ تيار ٿيا. پر ڪاڪي چني عجيب احوال ڪري، انهن جي دلين ۾ وهمن جا انبار وجهي ڇڏيا. مير علي شير قانع لکي ٿو ته:

"ٻڌاپور جي ماڻهن وڃي ڪاڪي چني کي چيو ته: "اسان کي اجازت ڏي ته، اسلام جي لشڪر کي راتاهو ڏيون." ڪاڪي چيو ته: "مون نجومين کان ٻڌو آهي ته، هي ملڪ اسلام جو لشڪر فتح ڪندو ۽ انهيءَ جو وقت به هي آهي. تنهن ڪري اهو خيال هرگز دل ۾ نه آڻيو."(١)

ڪاڪي چني جي اهڙي جواب ٻڌڻ کان پوءِ به اهي پنهنجي ارادي تي اٽل رهيا ۽ پنهنجي لشڪر کي هٿيارن سان ليس ڪري عرب لشڪر جي طرف وڌيا. جڏهن سڏ پند تي اچي پهتا ته، اهي رستو ڀُلجي ويا. رات جو سارو وقت جهنگ ۾ دربدر ٿي ڇڙن ٽولن ۾ ورهائجي ويا ۽ صبح جو پاڻ کي سيسم واري قلعي جي هيٺان ڏٺائون. انهن جي ذهن ۾ جيڪي خدشا ڪاڪي چني پريا هئا، انهن به ڦٽڻ شروع ڪيو، اهي اهڙا ته وهمي بڻجي ويا جو، ڪاڪي چني جي ٻڌايل ڳالهين کي سورنهن آنا سچ سمجهي، پاڻ کي هيٺو ۽ ڪمزور سمجهڻ لڳا. جيتوڻيڪ اها سموري واردات انهن سان اونداهيءَ رات سبب ٿي هئي.

ان کان پوءِ هو مجبور ٿي وري ڪاڪي چني سان صلاح ڪرڻ آيا.

---

(١) تحفه الڪرام، مير علي شير قانع، صهـ ٣٥.

ڪاڪي چَني ٻه انهن کي همٿائڻ ۽ چُست ڪرڻ بجاءِ وڏيڪ سياٽپ کان ڪم ونندي، انهن کي ساڻو ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي ماضيءَ ۾ ڪيل ڪارناما ۽ اڳڪٿيون وڏي رنگ ۽ ڍنگ سان ڪين ٻڌائڻ شروع ڪيا. چچ نامي جي مصنف لکيو آهي ته:

جڏهن هو ڪاڪي چَني وٽ واپس پهتا ته، ڪاڪي چَني انهن کي پنهنجي صلاح ۽ ارادو ٻڌائيندي چيو ته: "توهان کي معلوم آهي! مان بهادريءَ، مردانگيءَ، همت ۽ دانائيءَ ۾ جڳ مشهور آهيان ۽ توهان وٽ رهي ڪيترين ئي مشڪلاتون حل ڪيون اٿم. پر ٻُڌ مذهب وارن ڪتابن ۾ نجومين جي حساب سان ائين حڪم ٿيل آهي ته، هندستان اسلامي لشڪر جي هٿان فتح ٿيندو. تنهن ڪري مون کي سندس استقبال ڪرڻ جو ارادو آهي." (١)

ڪاڪي چَني کي جيڪو خوف ۽ لالچ هئي، سا ان ظاهر ڪئي، پنهنجي ڏاهپ جي زور تي جڏهن ان کي پرک پئجي وئي ته هند ۽ سنڌ اسلامي لشڪر هٿان فتح ٿيندو، تنهن ڪري هن پنهنجو پلو ان ۾ چاتو ته، دشمن سان ناهه ڪري انهن کان ساڳي عزت برقرار رکڻ جا واعدا ۽ اقرار ورتا وڃن. هن مفادپرست پاڻ سان ڪيترن ئي بهادرن کي وطن فروشيءَ تي راضي ڪيو هو. محمد بن قاسم ٻه جڏهن ڏٺو ته، سواءِ جنگ ڪرڻ جي، هيترا همراه آڻ ميجي مخالف ڌر جي صفحن ۾ ڏار وجهي، اسان جي طرف دوستي ۽ صلح جو هٿ وڌائن ٿا ته، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انهن کي وڏا انعام اڪرام ڏئي انهن جي دل رکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هندستاني ڪپڙي جي وڏي سروپاءِ سندن پارائي ۽ ڪاڪي چَني ان جي عيوض ڏارين کي ڪوڙيون ڪِٿائون ٻڌائي، ان جو حوصلو بلند ڪيو ۽ هر ڏکئي وقت ۾ هر ممڪن مدد جو يقين ڏياريو. چچ نامي جو مصنف لکي ٿو ته:

ڪاڪي چَني محمد بن قاسم کي احوال ڪندي چيو ته: "مان تنهنجي تابعداري ڪئي آهي ۽ تو کي نصيحت ڪندو رهندس. جيترو ٿي سگهندو اوترو مددگار رهندس. دشمنن ۽ بدِ خواهن جي ختم ڪرڻ ۾

---

(١) چچ نامو. ص- ١٧۴
(٢) چچ نامو. ص- ١٧٦

تنهنجو رهبر ٿيندس." (٢)

هن ضمير فروش پنهنجي ڏاهپ، چند ٽڪن تي وڪڻي ڇڏي ۽ راجا ڏاهر لاءِ چئلينج بڻجي اڀري پيو. راجا ڏاهر کي شڪست ڏيڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪندو رهيو. ڪاڪي ڄَني جي هن غداريءَ کان پوءِ عربن وٽ جڏهن پيِن، سپہ سالارن ڪاڪي ڄني جي عزت ٿيندي ڏٺي ته، اهي به هرڪجي پيا ۽ محمد بن قاسم ڏي صلح جا پيغام موڪلي ناهه ڪرڻ لڳا. جڻ ته ڪاڪي ڄَني هڪ قسم جو رستو ڏيکاري ڇڏين.

ان کان پوءِ ڪاڪي ڄَني هڪ لشڪر تيار ڪيو. جنهن سان هو سنڌواسين کي ماريندو، انهن جي لٽ مار ڪندو رهيو. ائين ڪٿي ڇئجي ته، هو 'شير شاهه جي شڪري' جيان گهروارن جو دشمن بڻجي ويو ۽ سڄو ڏينهن دولت خاطر سنڌي لشڪر کي معرڪن ۾ وجهيون، انهن جو سامان مال غنيمت سمجهيو لٽيندو رهيو، تاريخ ۾ اسان کي اهڙو اشارو ملي ٿو ته:

"ڪاڪي ڄَني مخالفن تي حملو ڪري ڏاڍا ڏوڪڙ، ڪپڙا، وَهٽ (ڍور) غلام ۽ اناج غنيمت ۾ هٿ ڪيو. جنهن جي ڪري عرب لشڪر ۾ گوشت ۽ گاهه جي گهٽائي ٿي." (١)

ان مان اسان اهو اندازو ڪري سگهون ٿا ته، ڪاڪي ڄني جي انهن ڦرين ڪرڻ کان اڳ ۾ عربن جي لشڪر کي ڪافي مسئلا سامهون هئا، جنهن جو حل ڪاڪي ڄني جي گڏجڻ کان پوءِ ٿيو. اهو هيو ڏاهر جي دور ۾، ان ڏاهي جو ڪردار، جيڪو سڀ کان وڏو هاڃيڪار بڻيو. جيترو ڏاهو ۽ سياڻو هو، اوترو ئي مطلب پرست ۽ وطن فروش بڻجي سموريون صلاحيتون ڌارين کي ارپي وينو. هن سنڌ ڌرتيءَ ۽ ٻسنڌي قوم کي غلاميءَ کان بچائڻ لاءِ ڪابہ حڪمت عملي تيار نہ ڪئي. نہ ڪو راجا ڏاهر سان صلاح مشورا ڪري، گڏجي جنگ ڪرڻ جو سوچيو. رڳو ڌارين جي منظمائپ ڏٺي ۽ انهن ۾ ايڪو ٻڌي ۽ وڏو لشڪر ڏسي خوف ۾ اچي ۽ ڌارين طرفان 'امير الهند' جو لقب ماڻي، انهن جو ايجنٽ بڻجي ويو.

---

(١) ساڳيو. ص ١٧٤

# چنيسر سومرو

سنڌ عربن جي غلاميءَ ۾ ڳچ عرصو رهڻ کان پوءِ سومرن جي دور ۾ هڪ ڀيرو وري آزاد ۽ خودمختيار ملڪ جي حيثيت سان دنيا جي نقشي تي ابري آئي. سومرن سنڌ کي هر لحاظ کان خوشحال ۽ مالامال ڪيو، سنڌ جي اقتصادي، دفاعي ۽ سياسي قوت جا نئين سر اُپاءَ ورتا.

عربن مان اجا جان مس ڇُٽي ته غزنوين ۽ غورين پنهنجون لالچي نظرون سنڌ ۾ وڌيون، سومرن پنهنجي سگهه پٽاندر، ڪين ڀرپور جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڊگهو عرصو غلامي ۾ رهڻ ڪري سومرا اجا دفاعي طور ايترا مضبوط ۽ مستحڪم ڪونه ٿيا هئا، جو صحيح نموني ڌارين جو مقابلو ڪري سگهن. ان هوندي به، جڏهن به ڪين موقعو ملندو هو ته هو خودمختياري جو اعلان ڪندا هئا ۽ دارالحڪومت ۾ جزيو مولڪڻ کان نابري واريندا هئا. مولائي شيدائي لکي ٿو ته: "سومرا ٻين هندو راجائن وانگر مسلمان حاڪمن کي عشره (پيدائش جي ڏهين پتي) ڀرڻ لڳا، وري جڏهن دهلي جي سلاطين کي ڪمزور ڏسندا هئا ته، خودمختيار ٿي رهندا هئا." (١)

دودي پهرين ۽ سندس پٽ سنگهار جي دور حڪومت ۾ سنڌ جون سرحدون اجان به وسيع ٿيون. جن تي اسان کي بي انداز فخر محسوس ٿو ٿئي، پر جڏهن چنيسر جي داغدار ڪردار تي نظر پوي ٿي ته، شرم کان ڪنڌ جهڪي ٿو وڃي. هيٺ چنيسر جي ڪارنامن جو تجزيو ڪنداسون، جنهن مان سندس ڪردار جي پلي پت سڌ پئجي ويندي.

سومرن جو سورنهون حاڪم ڀونگر جڏهن تخت تي ويٺو ته هن شروع کان ئي سنڌ جي خوشحالي طرف ڌيان ڏنو ۽ پاڙيسري رياستن سان لڳ لاڳاپا سڌارڻ جي ڪوشش ڪئي. جيڪا دودي پهرين (جنهن کي

(١) تاريخ تمندن سنڌ، مولائي شيدائي. صہ۔

تاريخ ۾ ڪاري دودي جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو) جي دور حڪومت ۾ وڳهه ڪوٽ جي قبضي ڪرڻ سبب اٽڪٽ پيدا ٿي هئي، ڇو ته وڳهه ڪوٽ اڳاتي وقت کان وٺي گجر قوم جي قبضي ۾ هو. ان کي ڪاري دودي پنهنجي قبضي ۾ ڪري گاديءَ جو هنڌ بڻايو هو.

اهڙي طرح دودي ٻي (جيڪو تاريخ ۾ نهري دودي جي نالي سان مشهور آهي) ان به گجرن سان گهڻيون ئي جنگيون جوٽيون، جن ۾ کيس سوڀ ملي هئي. سومرن جو ٻيو پاڙيسري ملڪ واگهيلن جو هو. جنهن جا پڻ سومرن سان سٺا لڳاپا ڪونه هئا. ڪيترائي ڀيرا واگهيلا سنڌ جي گاديءَ جي شهر وڳهه ڪوٽ تي حملي آور ٿيا، پر سنڌ جي غيور محب وطن عوام، هر ڀيري واگهيلن کي بري طرح شڪستون ڏيئي، نااميد ڪري ڀڄائي ٿي ڪڍيو.

سومرن دهلي سان پڻ ڪافي ڇڪريون کاڌيون هيون، ان ڪشمڪش ۽ اٽڪٽ کي ختم ڪري امن امان ۽ خوشحالي قائم ڪرڻ لاءِ ڀونگر، گجرن جي سردار لاڏٺي جي ڌيءُ روپا سان شادي ڪئي، جيئن ساٿن لڳ لاڳاپا سڌرن ۽ مٽي مائٽي سبب هڪ ٻئي جي ويجهو اچن، پر گجر قوم پنهنجو وير وٺڻ لاءِ ان جو غلط فائدو ورتو ۽ ان موقعي کي غنيمت سمجهي ڪجهه وقت لاءِ خاموش ٿي وئي.

ڀونگر کي ٻه گهرواريون هيون، روپا راڻي مان هڪ پٽ چنيسر نالي پيدا ٿيس، ۽ ڏاڍي پوٽي مان هڪ ڌيءَ ٻاگهل ۽ ٻيو پٽ دودو ڄائس، روپا راڻيءَ شروع ۾ ئي، ڀونگر کي هيڻايون مٽايون ڏيڻ شروع ڪيون ۽ چنيسر کي به پنهنجن ويجهن مائٽن مان محمد گجر جي ڌيءُ "مريم" سان پرڻايو. اهڙيطرح هن پنهنجي سازشي منصوبي کي عملي جامون پارائڻ شروع ڪيو. ۽ سس، نُهن ٻنهي چنيسر کي ايترو ته پنهنجي ڪنٽرول ۾ ڪيو جو، چنيسر ڪوبه ڪم سواءِ ماءُ ۽ زال جي صلاح مشوري جي، ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه هو.

ڀونگر ٦٧٨هه ۾ وفات ڪئي. سنڌ جو حڪمران مقرر ڪرڻ لاءِ مجلس شوريٰ ويٺي، جيڪا هڪ سئو ارڪانن تي مشتمل هئي، جنهن ۾ مختلف ذاتين جا پڳدار هوندا هئا. جن مان ڪجهه هي هئا: ٿهيم، ابڙا، سما، سوڍا، ڳاها، ڀهوڙ، ٻارڻ، ڀٽي، جاڙيجا، تنور، راڄڙ، ميندرا، ملاح،

پنهور، سهتا، راڄپر، ڪاڇيلا ۽ چنا وغيره هئا. انهن کان سواءِ ٻيا اسي رڪن سومرن جا هوندا هئا، جيڪي سردار سڏيا ويندا هئا.

حڪومت جو سارو ڪاروبار انهن جي صلاح مشوري سان هلايو ويندو هو. هر ننڍي خواهه وڏي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ مجلس شوريٰ گهرائي ويندي هئي. پوءِ جيڪو فيصلو متفق راءِ سان، ان مجلس شوريٰ ۾ پاس ٿيندو هو، اهو آخري ۽ اٽل ليکيو ويندو هو. ٦٧٨هه پونگر جي وفات کان پوءِ اها مجلس شوريٰ ويٺي، جنهن متفق راءِ سان اهو فيصلو ڏنو ته پونگر جي مسند تي سندس ٻي نمبر پٽ دودي کي ويهاريو وڃي، ڇو ته دودو عقلمند، هوشيار ۽ بهادر آهي. تنهن ڪري چنيسر جي پيٽ ۾ پارليامينٽ (مجلس شوريٰ) دودي کي پڳ ٻڌائڻ جو فيصلو ڏنو. ان فيصلي ڪرڻ وقت، چنيسر ۽ دودو ٻئي ڄڻا، ان اجلاس کان ٻاهر هئا، ايتري قدر جو چنيسر اهڙي نازڪ وقت ۾ شڪار ڪرڻ لاءِ ٻنگار طرف ويل هو. جڏهن پارليامينٽ پنهنجو فيصلو دودي کي ٻڌايو ته، دودي انڪار ڪندي چيو ته پڳ جو حقدار چنيسر آهي، ڇو ته هو مون کان وڏو آهي.

پڳ چنيسر مير جي، ٻڌندو منهنجو ڀاءُ،
پڳ ٻڌندس ڪينڪي، مون کي ڪمندو ڪين خدا.

پر پوءِ به راڄ وارن دودي کي پڳ ٻڌائڻ تي زور ڏنو، جن کي دودي پنهنجي دانائيءَ ۽ سياڻپ سان قائل ڪيو، ته پڳ چنيسر ئي ٻڌندو، ڇو ته هو منهنجو وڏو ڀاءُ آهي، ائين نه ٿي جو تخت نشينيءَ تان چنيسر بگڙجي پوي ۽ خانداني جهڳڙا شروع ٿي وڃن. دودي کي اها ڳالهه محسوس ٿي ته جيڪڏهن خانداني جهڳڙا شرع ٿي ويا ته گهڻو خون خرابو ٿيندو ۽ سنڌ جي شادابي ويرانيءَ ۾ تبديل ٿي ويندي. پارليامينٽ دودي جي ان درخواست تي پنهنجو راضپو ڏيکاريو.

دودي پنهنجو خاص ماڻهو موڪلي چنيسر کي گهرائي ورتو. جنهن کي پڳ ٻڌڻ جو فيصلو ٻڌايو ويو. جنهن هائوڪار ته ڪئي پر چيائين: "ترسو ته مان ماءُ کان پڇي اچان." جنهن تان پارليامينٽ جا رڪن، جيڪي اڳ ئي چنيسر جي پڳداري جي خلاف هئا، سي فري ويا. ۽ دودي تي وري زور رکيائون ته پڳ توکي ٻڌڻي پوندي.

دادا سنڌي لکي ٿو ته: "چنيسر کي جڏهن تخت نشين ٿيڻ جو چيو

ويو تہ چيائين تہ 'ترسو مان امڙ کان پڇي اچان.' ان تي راڄ ڪاوڙجي، پڳ ڪسي دودي جي حوالي ڪئي، دراصل سياسي انتظام ڪاروبار ۾ ملڪي مسئلا ايڏا تہ منجهيل، پيچيده ۽ جلدي حل طلب هوندا آهن، جو جيڪڏهن انهن کي طئہ ڪرڻ ۾ گهروارن جي راين ۽ ارادن کي دخل ڏنو وڃي تہ پوءِ "هٿي رام جي حوالي" مصداق ٿي وڃي ٿي. ان ڪري سنڌ جي پارليامينٽ چنيسر کي زن مريد ۽ ماءُ جو ٻالڪو سڏي پڳ کان محروم ڪيو. (١)

آخرڪار دودو راڄ جي اٽل فيصلي ۽ ضد آڏو هيٺو ٿيو، ۽ پڳ ٻڌڻ لاءِ تيار ٿيو، پر پوءِ بہ هڪ شرط وڌائين تہ جيڪڏهن پڳ منهنجي، تہ واڳ چنيسر جي، يعني ٻئي مان پڳدار هجان، پر حڪومت جون واڳون ۽ ڪاروبار جي هلت چلت، چنيسر جي هٿ ۾ هوندي.

چنيسر جڏهن گهران ماءُ کان صلاح وٺي واپس آيو ۽ دودي کي پڳ ٻڌل ڏٺائين تہ خاموشيءَ سان واپس گهر هليو ويو. ان وچ ۾ دودي جي پڳ ٻڌڻ جي خبر سڄي شهر ۾ هُلي وئي. سو چنيسر جيئن ئي گهر پهتو تہ پهريان ماٽس مليس ۽ پوءِ سندس گهرواري. ٻنهي ماين، ڪيس پڳ نہ ملڻ تي پنهنجي شرارتي منصوبي تي عمل ڪرڻ شروع ڪيو، ڇو تہ انهن ٻنهي عورتن جو، سومرن جي حويليءَ ۾ اچڻ جو مقصد ئي، سومرن جي حڪومت ۾ ڏڦيڙ ۽ قومي ٻڌيءَ ۾ ڏار وجهي ڪمزور ڪري، گجر قوم جو وير وٺڻ هو، تنهن ڪري ڪين ان وقت کان وڌيڪ ٻيو بهتر موقعو ڪونہ ٿي سجهيو.

اهڙي طرح انهن پراڻي سٽيل سازش جي شروعات ئي رناٽڪن طعنن سان ڪئي، ماٽس اجا چپ ئي مس پٽي ڪئي تہ، وري جوٽس پٽي شروع ٿي، مهٽا ۽ طعنا ٻڌي ٻڌي، چنيسر کي ويهڻ وهہ ٿي لڳو، نيٺ ماءُ ۽ جوءِ آڏو سرخرو ٿيڻ لاءِ، چنيسر قومي غيرت، وقار، ناموس ۽ وطن جي حب جون حدون اورانگهي دهلي جي سلطان ترم شيرين عرف علاؤالدين ڏي دانهين ٿيڻ لاءِ سنبريو، جيئن بادشاهي لشڪر کي سنڌ تي ڪاهي اچي.

دودو پڳ ٻڌيون ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو تہ ٻاگهي روئيندي اچي چنيسر جي دهلي دانهين ٻڌجي وڃڻ جي خبر ٻڌايس، دودي ٻاءُ کي

---

(١) سومرن جي دور جا سورما، دادا سنڌي ص– ٥١.

گھٽائي ايلاز منٿون ڪيون، راڄ جا چڱا مڙس به ميڙ ڪري موڪليائينس، پر چنيسر ضد ۾ اچي عقل، سمجهه ۽ وطن جي محبت جو گس ڇڏي، انڌو ٻڻجي. غداري تي سندرو ٻڌي بيٺو ۽ دهلي طرف راهي ٿيو.

"دودي وڏا وس ڪيا، پر چنيسر چيو ته: چڙهيو اهيان سو مڙندس ڪين، ۽ اوسَ علاؤالدين آڻيندس. تڏهن دودي چيس ته پاڻ ۽ راڄ پيڙا ڪري انهن کي مڃاءِ ته پڳ پيڙهي هيئر به تنهنجي حوالي آهي. پر چنيسر نه مڃيو ۽ روانو ٿي ويو، ته به دودو پويان سومرن جي پاڙن مان سردارن ۽ پائرن جون ميڙون موڪليندو رهيو. آخري ميڙ "اُچ" جي شهر پهتس. پر چنيسر اتان اڳ ئي نڪري چڪو هو، پوءِ ميڙ اڳتي وڃي ڪنهن منزل تي کيس پهتو، پر موٽائي ڇڏيائين، چنيسر دهليءَ وڃي پهتو ته به دودو پويان قاصد موڪليندو رهيس. پر چنيسر جو ويو سو وري نه آيو." (١)

چنيسر سان واگهيلن جو وزير ماڏوراءِ، دهلي تائين گڏ هو ۽ گجر قوم پڻ ڪافي مدد ڪيس. اتي پهچي علاؤالدين کي دولت سان گڏ پنهنجي ڀيڻ ٻاگهل جو سڱ به آڇيائين، جنهن تي سلطان علاؤالدين راضي ٿي، من ۾ دولت ۽ سڱ جي لالچ رکي سنڌ ڏانهن اُلريو.

علاؤالدين سمرقند (ايران) جو هو. جيڪو دهليءَ تي حملو ڪري ڦرلٽ خاطر دهلي ۾ ترسيل هو. دادا سنڌي لکي ٿو ته: "علاؤالدين آيو ئي هندستان ۾ ڦرلٽ ڪرڻ ۽ مال ميڙڻ جي خيال سان هو، سو هن کي جڏهن سنڌ جو چانڊو ۽ پنهنجي ئي ڪڙم جو ويري ملي ويو، ڪنهن جي مٿي مکڻ پوي ته سينڌ ڪانه ٿي سڙي. "يڪ نه شد دو شد". هڪ ئي وقت سندس مٺ ۾ ٻه گدرا ٿي آيا، سو دهليءَ مان ٻانهون کُنجي سنڌ روانو ٿيو." (٢)

علاؤالدين جو لشڪر جڏهن سنڌ جون حدون اورانگهي آيو ته سومرن پاران چنيسر جي پٽ ننگر کي ايلچي ڪري موڪليو ويو، جيڪو خودداري، بيباڪيءَ ۽ ناز سان هلندو وڃي پيءُ سان مليو. چنيسر کي گهڻوئي سمجهايائين، پر هن وطن فروش پنهنجي پٽ جي هڪ به نه ٻڌي ۽ پنهنجي ڪوڙي انا تي بيٺو رهيو.

---

(١) سومرن جو دور، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص- ٣٣
(٢) سومرن جي دور جا سورما، دادي سنڌي، ص- ٥٦

اهو پهريون سومرو هو، جنهن دشمنن سان جنگ جي شروعات ڪئي، وڏي بهادري سان ڌارين جا ڪنڌ لاباري جيان لٽندو رهيو. نيٺ چنيسر بي رحمي، سنگدلي ۽ ڪنورائپ جو مظاهرو ڪندي تلوار سان ڪيس شهيد ڪيو. ان ڪانپوءِ هڪ ٻي پنيان سنڌ جا سورما پنهنجي ڌرتي ۽ لڄن جي خاطر سرن جي قرباني ڏيندا شهادت جو جام پيئندا رهيا. پڇاڙي ۾ دودو دلير پاڻ جنگ جي ميدان ۾ ڪاهي پيو، تلوار جا ايترا ته وار ڪيائين جو دشمن جي سڪيا ورتل فوج ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان لکي ٿو ته: "جڏهن دودو جنگ تي چڙهيو ته پنهنجو خاص ٽهانگ هٿيار ڪٺي چڙهيو. جنهن ۾ ست تلوارون سميٽيل هيون، دودي کي ست هٿيارو سومرو ڪري سڏيائون، جو جنگ جي ميدان ۾ ٻين جي پيٺ ۾ جڻ سندس ست هٿيار پئي وڙهيا ۽ جتان ٿي شاهي فوج ۾ پيو اتان جڻ پها ڪڍي ٿي چڏيائين. جڻ درياءُ پلٽجي پيو هو ۽ مخالف لشڪر کي ٻنهي ڪنڌين ٻوڙي ٿي ڇڏيائين. دودي جي مقابلي جي ڪنهن کي جرئت ڪانه ٿي ٿي." (١)

سومرن وٽ مخصوص لشڪر هو، تنهن کي ٻه، نه ڪا فوجي سڪيا هئي ۽ نه ئي وري انهن کي پورو هٿيار ۽ جنگي سامان هو، اهي رڳو قومي غيرت ۽ وطن جي حب سبب ٽريننگ يافته ۽ وحشي فوج سان منهن مقابل ٿيا هئا. پر پوءِ به سنڌ جي ڪوندرن اهڙو ته ميدان ملهايو جو ڪيئي صديون اڳ جو قصو سيني به سيني اڄ تائين ڳائبو ۽ ساراهبو ٿو رهي.

بلوچ صاحب اڳتي لکي ٿو ته: اهڙي طرح دودو چوڏنهن چنڊ وڙهيو ۽ علاؤالدين جي لشڪر جو وڏو حصو مارجي ويو، پر شاهي ڪٽڪ ڪٽڻ جو ڪونه هو، آخري جنگ ۾ دودو ڪفن پائي چڙهيو ۽ جڏهن جوش مان حملا ڪيائين، تڏهن ڪيس ڏسي چنيسر کي چيائون ته اڄ دودي جي گهوڙي رت ۾ ترندي اچي، دودي ست ڏينهن سانده جنگ ڪئي ۽ اهڙا ته حملا ڪيائين جو سيني کي پڪ ٿي ته دودو مارجڻ جو ئي ناهي. پوءِ چنيسر ڪين حرفت ڏسي، جنهن سان دودي جي گهوڙي ڇلانگ ڏيندي وڃي ڀالن ۾ لڳي ۽ دودي جي جسم ۾ پڻ ڀالا چڙهي پيا، دودو ڀالن ۾ هو، جو چنيسر هيٺان نهاري پڇيس ته: "دودا هاٿي

---

(١) سومرن جو دور، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، صه ٨٧- ٨٨

ڪيئن آهين." تڏهن به دودي جواب ڏنس ته: "ادا اڇا به مون کان هيٺ بيٺو آهين." پوءِ علاؤالدين حڪم ڪيو ته سر وڍيوس." (۱)

اهڙي طرح دودو بهادري ۽ دليريءَ جو مظاهرو ڪندي جمعي جي ڏينهن ٻن پهرن وقت، ڏهين محرم سن ۷۰۰ھ مطابق ۲۷ مارچ سن ۱۳۰۰ع جو مرندي مري ويو، پر ڌارين کي سنڌ ۽ ٻاگهل جو سڱ ڪونه ڏنائين، پر چنيسر جهڙو غدار ڌرتي فروش ۽ پيٽ ويڪائو، سنڌ جي سموري تاريخ ۾ ڪٿي به نظر ڪونه ٿو اچي. سيني غدارن، بي وڙن ۽ ڪڙم جي ويرين ۾ چنيسر جو ڪردار مٿاهون نظر اچي ٿو. سومرن کيس سنڌ جي پڳداري ته ڪانه ڏني، پر اڄ جو سڄاڻ طبقو کيس غدارن جو پڳدار ڪري ليکي ٿو. اهڙي ڪردار ادا ڪرڻ کان پوءِ کيس موت ۾ ڇا مليو.....! ان لاءِ مختلف رايتون ملن ٿيون، جن مان رڳو هڪ اهميت واري سمجهندي هيٺ ڏجي ٿو.

هاشم ينيري جي روايت آهي، ته: دودي جي مارجڻ کان پوءِ جڏهن علاؤالدين وڳهه ڪوٽ ۾ چڙهي آيو ۽ چنيسر کان ٻاگهيءَ جو سڱ گهريائين ته چنيسر سڱ ڏيڻ کان انڪار ڪيو، جنهن تي کيس ماري اندر ڪوٽ ۾ گهري پيا، پر سومريون ان کان اڳ ئي هليون ويون هيون."(۲)

تاريخ شاهد آهي ته جنهن به شخص پنهنجي ڌرتي ۽ وطن واسين سان

---

(۱) سومرن جو دور، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص ۸۵
(۲) ساڳيو، ص ۱۲۲_ ۱۲۳

ٻيون روايتون لکن ٿيون ته، "دودي جي شهيد ٿيڻ کان پوءِ علاؤالدين، دودي جي مڙهه کي پير جو ٺڏو هنيو، جنهن تان چنيسر چڙيو ۽ شاهي لشڪر سان جنگ ڪيائين ۽ پاڻ به مري ويو."

تاريخي واقعن جو مطالعو ڪندي، اها سڌ پوي ٿي ته چنيسر جو ڪردار پڇاڙيءَ تائين برو رهيو آهي. ان جنگ دوران ڪڏهن به ڪونه پڇتايو. حقيقت اها آهي ته سنڌواسين جڏهن چنيسر کي بري موت مرندي ڏٺو ته رحمدلي جو مظاهرو ڪندي کيس معاف ڪري ڇڏيو. نه ته جيڪو پنهنجي ضد سبب پنهنجي پٽ کي به پنهنجي ئي تلوار سان کهي، ان مان چڱائي جي اميد رکڻ 'ٻٻرن کان ٻير گهرڻ برابر آهي.'

ليکڪ

غداري ڪئي آهي ته ان جو انجام سندس سوچن جي برعڪس ٻـ طرفو مليو آهي. هڪ ته جيستائين انسان ذات جو هن ڌرتيءَ تي وجود آهي، تيستائين سندس مٿان ڦٽ لعنت پئي وسندي آهي ۽ اهو نالو ٿي نفرت ۽ ڌڪار جوڳو ليکيو ويندو آهي، ٻيو ته جنهن کي هو پنهنجو همدرد ۽ هڏڏوکي سمجهي پنهنجي آزاد وطن تي حملو ڪرائيندو آهي، ان کان به موت ۾ هميشه ذلت، رسوائي، سختيون يا موت ٿي ملندو اٿس. چنيسر جو انجام به بلڪل ائين ٿيو.

اهڙي ئي وطن جي غدارن ۽ ڪڙم جي ويرين لاءِ ابراهيم منشيءَ سچ چيو آهي ته:

مون پڪ سڃاتا پنهنجا هئا، ڌارين سان گڏ ڌاڙي ۾،
تي واٽ ڏسيائون ويرين کي، ويهي وانگيڙن جي واڙي ۾.

# ميان نور محمد ڪلهوڙو

اسان وٽ تاريخ کي حڪمرانن ۽ اقتدار جي بکين جي واڪاڻ ۽ خوشامد لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي ۽ انهيءَ خيال سان ته مرڻ واري جون رڳو خوبيون بيان ڪيون وڃن ۽ ان جي برن ڪمن تي پڙدو وڌو وڃي.
شخصيتن جي ڪردار ۽ انهن جي اعمالن جو نه ته جائزو ورتو ويندو آهي ۽ نه وري انهن تي تنقيد ڪئي ويندي آهي. ان جي ڪري اسان جي تاريخ چڱن مڙسن ۽ مهان شخصيتن جي ذڪر ۽ احوالن سان ڀري پئي آهي، انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيو، جو اسان تاريخ مان ڪوبه لاڀ ناهيون پرائيندا. شخصيتون اينديون آهن ۽ عوام کي گمراهه ڪنديون آهن. پر تاريخ ۾ اسان انهن کي عظيم بڻائي، انهن کي پنهنجن ذهنن ۾ محفوظ ڪري ڇڏيندا آهيون. ان ڪري اسان جي ماضيءَ جو ورثو حال ۾ اسان جي رهنمائي ڪرڻ کان قاصر آهي.
جيستائين تاريخ کي عقيدت جي نگاهه سان لکيو ويندو، ان وقت تائين اسان جو تاريخي شعور ڪچو ۽ بي پاڙو رهندو ۽ اها تاريخ شخصيتن جي اثر ۽ رسوخ، ان جي قوت ۽ طاقت کي باقي رکندي، ان ڪري عوام ۽ حڪمرانن جي وچ ۾ فرق ۽ دوري رهندي ۽ عوام ۾ ڪڏهن به اهو اعتماد پيدا نه ٿيندو ته هو انهن حڪمرانن جي جادو ۽ دوکي کي ٽوڙي پنهنجي تاريخ کي پاڻ جوڙي ۽ سنواري سگهن.
وڏي ڳالهه ته اسان جي تاريخ لکندڙن حڪمرانن جي شخصيت کي گهٽ وڌائي، ڪري، حد کان به وڌيڪ پيش ڪيو آهي، اهو ڪم ڪنهن وقت تائين درباري تاريخدان ڪندا هئا، انهن کان پوءِ بدقسمتي سان اهو ڪم، نسلي، قومي ۽ طبقاتي مفاد خاطر نون تاريخدانن به جاري رکيو موجوده دور ۾ جيئن ته تاريخ جو هر پهلو اسان جي سامهون اچي ويو آهي، تنهن ڪري هن وقت ان ڳالهه جي سخت ضرورت آهي ته گذريل وقت

جي حڪمرانن، فرمانروائن ۽ اقتدار جي بکين جو جائزو ورتو وڃي، اگر هو پنهنجي حڪمرانيءَ ۾، معاشري جي چنبي کان آزاد هئا ۽ ان وقت تائين انهن کي سزا ڪونہ ملي هئي، تہ اڄ اهو ڪم، تاريخدان ڪري سگهي ٿو تہ انهن ماڻهن کي تاريخ جي عدالت ۾ بيهاري انهن جي ڪردار ۽ شخصيت جو تجزيو ڪري، جذبي ۽ عقيدت کان هٽي ڪري انهن جي باري ۾ فيصلو ظاهر ڪري. جيڪڏهن اهي سزا جي لائق هجن تہ انهن کي اها سزا ضرور ملڻ گهرجي.

اهو ان ڪري بہ ضروري آهي تہ تاريخ جي اها سزا اقتدار جي بکين کي اهو ياد ڏياريندي، تہ هنن جي ڪمن ۽ ڪرتوتن تي تاريخ جي نظر آهي. تاريخ جو فيصلو جيڪڏهن هنن جي حق ۾ نہ هجي تہ اهو انهن جي لاءِ قبر جي عذاب وانگر ايذائيندڙ ٿيندو. ڇو تہ انهيءَ صورت ۾ انهن جو نالو ايندڙ نسلن جي لاءِ حقارت جوڳو ۽ ذليل ٿي ويندو. ان ڪري تاريخدان اهڙين سڀني شخصيتن کي، جن جي هٿن ۾ عوام جي تقدير هوندي آهي ۽ جيڪي عوام جي قسمتن جا مالڪ هوندا آهن، انهن جي شخصيت جي هر پاسي ۽ پلوَ کي تاريخ ۾ محفوظ ڪري.

اهڙي ئي خيالن کان ميان نور محمد ڪلهوڙي جي شخصيت جو جائزو وٺڻ بہ ضروري آهي، ميان نور محمد ڪلهوڙو هڪ اهڙي وقت سنڌ جو تخت ڌڻي بڻيو، جڏهن سمورو هندستان، سياسي معاشي ۽ سماجي ڪشمڪش ۾ مبتلا هو. مغل حڪمران پنهنجي فوت، طاقت ۽ اثر رسوخ وڃائي ويٺا هئا. اهڙي وقت مغلن جي حڪومت ان قابل ڪونہ هئي، تہ هو پنهنجي علائقن جي سارسنڀال لهي سگهن، انهن جو بچاءُ ۽ عوام جي حفاظت ڪري سگهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪوبہ حڪمران خاندان، پنهنجي فرضن جي پورائي ۾ ناڪام ٿي وڃي، تہ ان کان حڪومت ڪرڻ جو حق بہ ختم ٿي ويندو آهي.

اهڙين حالتن ۾ جڏهن ڪلهوڙا سنڌ جا تخت ڌڻي بڻيا، تہ هنن مان اها اميد ڪئي ٿي وئي تہ هو مغلن جي غلاميءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري خودمختياريءَ جو اعلان ڪندا، پر هنن سنڌ جي خودمختياريءَ بجاءِ مغلن سان پنهنجي وفاداريءَ کي برقرار رکيو. انهي ڪري هنن ۾ اهو اعتماد پيدا ڪونہ ٿيو تہ هو سڀني اختيارين جا مالڪ آهن ۽ نہ وري عوام

ٿي هنن کي خودمختيار حڪمران تسليم ڪيو. مغلن جي سربراهي کي ذهني طور تي تسليم ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو، جو هنن اهڙي ذهنيت سان افغان بادشاهه کي به پنهنجو سربراهه مڃيو.

ڪلهوڙا خاندان کي حالتن اهڙا موقعا ڏنا هئا، ته اهي آزاد ٿي سنڌ کي متحد ڪري، هتي حڪومت ڪن، پر هنن ان جي بجاءِ مفاهميت واري راهه اختيار ڪئي ۽ ڌارين حڪمرانن کي پنهنجو اڳواڻ مڃيو.

ڪلهوڙا سنڌ جا حڪمران، ان ڪري بڻيا، جو هتي مغلن جي حڪومت ۽ انتظاميا ڪمزور ٿي چڪي هئي، ان ڪري سنڌ تي حڪومت ڪرڻ مالي لحاظ سان فائدي مند ڪونه رهي هئي، انهيءَ ڪري نٽي جي صوبيدار، معاشي طور تي نقصان کان پوءِ، صوبي کي ڪلهوڙن جي حوالي ڪري پنهنجي جان ڇڏائي، اهڙي صورت حال ۾ ڪلهوڙا مغلن جي خلاف ڪا به اهڙي تحريڪ هلائي نه سگهيا، جهڙي مرهٽن هلائي هئي. ان ڪري هو سنڌ ۾ قومي جذبن کي سجاڳ ڪري، هنن کي ڌارين حڪمرانن جي خلاف متحد ڪري نه سگهيا ۽ مزاحمتي تحريڪ نه هئڻ ڪري ڪلهوڙا نه ته فوجي سکيا حاصل ڪري سگهيا ۽ نه وري عوام کي پاڻ وٽ ڪنهن مقصد جي لاءِ گڏ ڪري سگهيا. ان ڪري سنڌ بچاءَ واري لحاظ کان ڪمزور رهي.

اهڙي حالت ۾ جڏهن نادر شاهه، سنڌ تي حملو ڪيو ته، ان لاءِ نه ته سنڌ جا حڪمران تيار هئا ۽ نه وري عوام.

اهڙي موقعي تي اسان ميان نور محمد ڪلهوڙي جي شخصيت جو جائزو وٺنداسون، ته نادرشاهه جي حملي وقت، ان سان مقابلي ڪرڻ بجاءِ هن پنهنجي جان ۽ خزاني کي بچائڻ جي لاءِ، ڀڄڻ واري راهه اختيار ڪئي؟ ڇا حڪمران ۽ اڳواڻ جي حيثيت سان هن جي اها ذميواري نه هئي، ته عوام جو بچاءُ ڪري ۽ هنن کي ائين نڌڻڪو ڇڏي نه وڃي ها...؟؟

نادر شاهه جو اهو حملو اوچتو نه ٿيو هو، ان کان پهريائين هن هڪ خط ذريعي هن کي پنهنجي دربار ۾ اچڻ جو لکيو هو، ان کان پوءِ هن کي احساس ٿيڻ گهربو، هو ته ملڪ کي نادر شاهه جي حملي کان بچائڻو آهي، ان مقصد جي لاءِ هو فوج تيار ڪري ٿي سگهيو ۽ اهي هڪ ڪروڙ

رپيا جيڪي هن نادر شاهه کي ڏنا. اهي فوج جي تياري ۽ بچاءَ جي ڪم اچي نه سگهيا. پر ائين نه ٿيو ۽ هن عمر ڪوٽ وٽ پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان جي عزت ۽ حفاظت جي ضمانت تي معافي وٺي پنهنجو گڏ ڪيل خزانو سنڌ جي ورهاست ۽ ويهه لک رپيا ساليانا ڏيڻ منظور ڪيا.

وري جڏهن نادر شاهه کان پوءِ احمد شاهه ابداليءَ جو حملو ٿيو، ته ان وقت به هو مقابلي ڪرڻ کان سواءِ شهر ڇڏي ڀڄي ويو ۽ اهڙي حالت ۾ ئي هن وفات ڪئي.

اهو ٿي سگهيو پئي ته ميان نور محمد ڪلهوڙو، نادر شاهه ۽ احمد شاهه ابداليءَ جي مقابلي ۾ ڪاميابي نه ماڻي ها ۽ شڪست پلئه پويس ها ۽ هو پنهنجي جان به وڃائي ها، پر جيڪي ماڻهو ڪنهن مقصد خاطر جان جي قرباني ڏيندا آهن، انهن جي شخصيت سدائين زنده ۽ عظيم بڻجي، ايندڙ نسلن کي متاثر ڪندي آهي. برصغير جي تاريخ ۾ ٽيپو سلطان جو نالو نسلن جي لاءِ عزت ۽ احترام ڀريو رهيو آهي، ان جي برعڪس واجد علي جو نه-!

سنڌ تي افغان ڌاڪي جا اثر، هن جي سياسي، سماجي ۽ معاشي، تاريخ تي ڏاڍا گهرا ٿيا. سنڌ جا حڪمران، افغان بادشاهن جا ڍڳجهو رهيا. جنهن ڪري سنڌ هنن جي لاءِ ڦرلٽ جي دولت جو ذريعو بڻي رهي، دولت جي اها بک افغان فوجين کي هميشه سنڌ تي حملو ڪرڻ لاءِ همٿائيندي رهي، سڀ کان وڏيڪ ظلم اهو ٿيو ته ڪلهوڙا تخت ۽ تاج جا اميدوار اقتدار جي حاصل ڪرڻ لاءِ افغان بادشاهن جي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ انهن کي گهڻي کان گهڻي رشوت ڏيندا رهيا. ۽ گهڻي کان گهڻو خراج ڏيڻ جو واعدو به ڪندا رهيا. جنهن جو افغان بادشاهن پورو پورو فائدو حاصل ڪيو ۽ گهرو جهيڙن ۾ مختلف گروپن جي مدد ڪري هنن کان گهڻي دولت حاصل ڪئي، ڌارين جي مدد سان اقتدار حاصل ڪرڻ جي اها رسم اهڙي هلندي آئي، جو ڪيتري وقت تائين اسان ان مان جان ڇڏائي نه سگهياسين ۽ هاڻي اسان وٽ عوام جي خواهش ۽ امنگن جي برعڪس حڪمراني ڪئي وڃي ٿي.

ڊاڪٽر مبارڪ علي

# راجو ليڪي

اها هڪ حقيقت آهي تہ اسان وٽ دولھ درياخان جهڙو سپہ سالار ۽ انتظام هلائڻ لاءِ ڄام نظام الدين (ڄام نندو) ۽ نظرياتي پرچار لاءِ مخدوم بلاول جهڙو مرد مجاهد بہ آهي. انهن جي پروگرام ۽ انهن جي سورهائي کي ساراهڻ لاءِ جيڪڏهن سوين ڪتاب لکيا وڃن تہ بہ گهٽ آهن. پر مسئلو آهي انهن ڳالهين جي بيان ڪرڻ جو، جيڪي هن وقت ضروري آهن. يعني انهن شخصيتن کي وائکو ۽ پڌرو ڪرڻ، جن جي سازش ۽ غداريءَ سبب سنڌ کي هاڃو رسيو ۽ جن ڪري سنڌ جي سرواڻيءَ جون واڳون مورڳوئي ڌارين جي هٿ چڙهي ويون. جيئن اڄ جو نوجوان، اڄ جي سامراج نواز دلالن ۽ ٺڳن جي سياسي چالاڪين ۽ هيرا ڦيرين کان هوشيار رهي سگهي.

اڄ مان توهان جي اڳيان هڪ اهڙي شخصيت کي وائکو ڪندس، جنهن جي سازشي سوچن ۽ منصوبن ڪري ڪلهوڙن جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿيو ۽ ڪيترن ئي بي گناهہ انسانن جو قتل عام ٿيو.

تاريخ ۾ ان شخص کي راجو ليڪي ڪري سڏيو ويندو هو. ليڪي قبيلو سنڌ ۾ وڏو بهادر ۽ شجاعت وارو خاندان هو، ميان نور محمد جي وقت ۾ (١٧١٩ع ڌاران) راجو ليڪي، ميان نور محمد جي مريدن ۾ داخل ٿيو، هن پنهنجي هشمت ۽ بهادريءَ سان ڪلهوڙن کي ڪيترن ئي ميدانن ۾ ڪامياب بڻايو، سندس بهادراڻي صلاحيتن سبب ميان نور محمد جي وقت ۾ ئي ڪيترن جنگجوئن کان گوءِ کڻي وڏن سپہ سالارن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. جنهن کان پوءِ ميان نور محمد سنڌ جي گهڻن ئي قبيلن کي، پنهنجي بادشاهت ميڙائڻ لاءِ راجو کي موڪليو. جنهن مختلف جنگيون کٽي ميان صاحب جي مخالفن ۾ ڪمي آندي.

ميان صاحب جي وفات (٩ ڊسمبر ١٧٥٣)کان پوءِ شهزادن ۾ تخت تان اختلاف پيدا ٿي پيا. ان گهرو لڙائيءَ ۾، راجو ليڪي، ميان غلام شاهه

سان گڏ رهيو. ميان غلام شاهه جڏهن تخت چڙهي ٿو طرف هليو ويو، ته راجو به سندس ڏکن ۾ شريڪ رهيو ۽ ميان غلام شاهه سان دربدر ٿيندو رهيو. وري ١٧٦٢ع ۾ پيهر غلام شاهه تخت ڏٺي بيٺو، ته راجوءَ جو ستارو اڃان به وڌيڪ چمڪڻ لڳو. هاڻي راجو دربار جي اهم صلاحڪارن مان، سواءِ مير بهرام جي، باقي سڀني کان مٿاهين حيثيت جو مالڪ بڻيو. جنهن ڪري راجوءَ اهو ڏاڪو به ٽپڻ جون ڪوششون شروع ڪيون، پر مير بهرام به ڪلهوڙن جي بنيادي مريدن مان هڪ هو، ڪلهوڙن کي ان مانَ ۽ مرتبي تي پهچائڻ ۾ سندس وڏي، مير شهداد جو وڏو هٿ هو. جنهن جي قربانين کي مدِنظر رکندي ۽ مير بهرام جي وفاداريءَ ۽ سچائي ڪري به، وڏي اهميت هوندي هئي. جيڪا راجوءَ جي دل ۾ ڪنڊو بڻجي چڀندي رهندي هئي، نيٺ غلام شاهه جي دور ۾ راجوءَ، غلام شاهه کي پٽيون پڙهائڻ شروع ڪيون، پر غلام شاهه ڪلهوڙو راجوءَ جي ان سازش کان هوشيار هو ۽ ان جي انهن وڙن ۽ وڪڙن ۾ منجهڻ وارو ڪونه هو.

روايت آهي ته ميان غلام شاهه، هڪ ڏينهن راجو ليکي ۽ مير بهرام ٽالپر جي سياڻپ ۽ دورانديشيءَ جو امتحان وٺڻ خاطر پنهنجي منهن، هرهڪ کي اڪيلو گهرايائين، پهريائين راجو ليکيءَ کي گهرائي چيائينس ته "رڍيون پشم لاءِ خريديون وينديون آهن، نه چارڻ لاءِ. اءُ سمجهان ٿو ته مير بهرام خان، اسان جا سونپيل ڪم پوري طرح سرانجام نه ٿو ڏي. ان ڪري بي فائدي سندس پرورش ڇو ڪئي وڃي.

راجو ليکي اهو پڌي تير ڪمان مان ڇٽو ڪيو ۽ تڪڙ ۾ مير بهرام کي ختم ڪرڻ جي صلاح سامهون رکي، ۽ جڏهن ميان صاحب، مير بهرام اڳيان راجوءَ جي شرارتن ۽ فتنه انگريزي پکيڙڻ جو چيو ته مير صاحب، راجوءَ جي پَر ڪٽندي ان جي سچائي ۽ وفاداريءَ جي ڀرم رکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيو ته: "راجوءَ جي اڃا به سرفرازي ڪئي وڃي ته بهتر ٿيندو."(١)

ميان غلام شاهه، مير بهرام جي خلوص ۾ نيڪ دليءَ کي ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مير بهرام کي امتحان ۾ ڪامياب ٿيڻ تي خلعت عطا

---

(١) تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر صـ ٢٠٩

ڪئي، ۽ راجو غلط سوچ ۽ حسد خاطر، ميان غلام شاهه اڳيان، ڪم عقل ۽ شرارتي ظاهر ٿي پيو. پر راجو ليڪيءَ پنهنجون سازشون اتي بہ ختم ڪو نہ ڪيون، ۽ ايجان بہ چار پڪيڙيندو رهيو.

غلام شاهه ڪلهوڙي ١٧٧٢ع ۾ وفات ڪئي ڪئي تنهن ڏينهن مسند تي ميان سرفراز خان ويٺو. ميان صاحب هوڻ تہ وڏو داناءُ ۽ سٺو شاعر هو پر انتظامي معاملن ۾ ناتجربيڪار هو، ميان سرفراز بہ وڏن جي پيروي ڪندي ميربهرام جي عزت ۾ ايجان بہ واڌارو ڪيو. جنهن ڪي ڏسي راجو حسد ۽ ساڙ جي باهه ۾ پچرندو ۽ ڪامندو رهيو، نيٺ ميان سرفراز جي ناتجربيڪاريءَ مان فائدو وٺڻ لاءِ هن هڪ دفعو ٻيهر ڪوشش شروع ڪئي.

سرفراز خان ڪلهوڙي پهريان تہ راجو جي انهن صلاحن ڪي، ڪيني ۽ ڪپٽ سان ڀريل سمجهندي بدصلاح ڪوني، جان ڇڏائڻ جي ڪئي. پر راجوءَ بہ هٽي وجي هنڌ ڪيو ۽ نيٺ ميان سرفراز خان تي پنهنجي مڪر ۽ فريب جي جادوءَ جو اثر وجهڻ ۾ ڪامياب ويو.

راجوءَ جي ان شرارتي منصوبي جي خبر جڏهن ديوان گدومل کي پئي تہ ديوان صاحب ميان سرفراز کي هٿ ٻڌي عرض ڪيو تہ ”آءٌ بہ اوهان جو هڪ نمڪخوار وفادار نوڪر آهيان، تنهن ڪري منهنجو بہ فرض آهي تہ آءٌ بہ اوهان کي نيڪ ۽ بد ِ کان آگاهه ڪريان، تنهن ڪري خدا جي واسطي شرپسند عناصرن کان پاسو ڪريو ۽ هن نازڪ معاملي ۾ جلدبازي هرگز نہ ڪجو ۽ نہ وري ڪو ٽالپرن جي قبيلي کي پنهنجو مخالف بڻايو.“ (١)

ديوان گدومل جي انهن منٿن، ميان سرفراز تي ڪوبہ اثر نہ ڪيو، هو راجوءَ جي رنگ ۾ اهڙو تہ رنڱجي چڪو هو، جو رڳو موقعي ملڻ جي انتظار ۾ هو تہ وجهہ ملي تہ مير بهرام جو ڪم ڪلاس ڪجي.

ميان سرفراز جي دل ۾ مٿل ان مانڊاڻ جي سڌ مير بهرام کي بہ پئجي وئي، جنهن حالتن کي مدِنظر رکندي مير بجار کي حج ڪرڻ جي بهاني مديني شريف موڪلي ڇڏيو. هاڻي شڪاري پنهنجي شڪار ڦاسائڻ ۾ مشغول هو، پر شڪار بہ هوشيار ٿي چڪو هو. نيٺ ميان صاحب ۽ مير

(١) خدايار خاني ميان سرفراز خان ڪلهوڙو. مرزا عباس علي بيگ، صـ ٣٢

صاحب جي وچ ۾ حضرت شاھ ولايت علي جي هٿ اکري قرآن شريف جي پهرين صفحي تي عهدنامو ٿيو. جنهن ۾ ميان سرفراز لکيو ته مير بهرام ۽ مير صوبدار جي وفاداريءَ ۽ ثابت قدم رهڻ تي ميان غلام شاھ جي وقت جيان انهن جي عزت برقرار رکندس. پر اڳيان ٻه راجو جا عيرغير پڙهايل هئا، جن ان عهدنامي ڪرڻ تي ميان صاحب کي پڇتائڻ تي مجبور تي ڪيو. اهڙي طرح ذهني دٻاءَ ۽ ٻڏتر ۾ رهندي، نيڪ عهدنامي جي ائن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ، ڀري دربار ۾ مير بهرام (١٧٧٥ع) کي قتل ڪيو ويو، پيءُ جي بيگناه مارجڻ جو ٻڌي، مير صوبدار تلوار ڪٽي دربار ۾ ڌوڪي پيو، جنهن وڏي بهادريءَ سان ڪيترن ئي اميرن کي قتل ڪيو، مير صوبدار جي شجاعت ڏسي ميان سرفراز دربار مان اٿي گهر ڏانهن راهي ٿيو، آخرڪار مير صوبدار به قتل ٿي ويو، سنڌ جي دربار ۾ متل ان مقتل گاھ کان پوءِ سموري سنڌ ۾ انتشار ڦهلجي ويو، سمورن بلوچن گڏجي بدلي وٺڻ جو وچن ڪيو. ميان سرفراز بلوچن جو مچريل لشڪر ڏسي، حيدرآباد ڀڄي ويو، ان کان پوءِ سنڌ جي تخت تي، ميان غلام نبي کي ويهاريو ويو، مير بهرام جي قتل ٿيڻ جي خبر جڏهن حيدرآباد پهتي ته اتان جي بلوچن ميان صاحب کي گرفتار ڪري قيد ڪري ڇڏيو.

اهڙي طرح شرارتي راجو ليکي جي انا پرستيءَ، خودغرضي ۽ شرارتن سبب اڳتي هلي ڪلهوڙن کان راڄڌاني ڦرجي وئي ۽ سنڌ جي تقدير جون واڳون ٽالپرن جي هٿ چڙهي ويون. راجو ليکي جي انهن سازشن سبب نه رڳو ڪلهوڙن کي حڪومت تان هٿ ڪڻا پيا، پر راجو ليکيءَ کي به دستن جي بيماري ٿي پئي، جنهن ۾ هو مري ويو. (١٧٧٦ع) اهڙي طرح سنڌ جي پاڪ ڌرتي، راجوءَ جي ناپاڪ وجود جي بار کڻڻ کان آجي ٿي.(١)

(١) تاريخ ۾ اهو به ڄاڻايو آهي ته جڏهن راجو ليکيءَ، مير بجار جي حج تان واپس اچڻ جي خبر ٻڌي ته مير بجار جي انتقام وٺڻ جي ڊپ کان خودڪشي ڪري پنهنجو انت آندو.

# تاجو ليکي

سنڌ جي تاريخ ۾ ليکي خاندان جي ٻن چڱن مڙسن راجو ليکي ۽ تاجو ليکي جو اهڙو برو ڪردار آهي، جو انهن جون شرارتي سرگرميون پڙهندي شرم کان ڪنڌ جهڪي ٿو وڃي.

تاجو ليکي، راجو ليکيءَ جو پٽ هو. جڏهن مير فتح علي خان ٽالپر، مير بهرام ۽ مير صوبدار جي قتل جي سلسلي ۾ خدا آباد جي قلعي تي هلان ڪري آيو ته ميان سرفراز خان، جان جي خوف کان اتان ڀڄي حيدرآباد جي قلعي ۾ وڃي پناهه ورتي. مير فتح علي خان ٽالپر پنيان ميان محمود خان (١٧٧٥ع) کي تخت تي ويهاري، پاڻ ميان سرفراز خان جو پيڇو ڪندو حيدرآباد اچي رسيو. ستن ڏينهن کان پوءِ ميان سرفراز گرفتار ٿيو ۽ خزاني جون چاٻيون مير فتح علي خان جي حوالي ڪيون ويون. جنهن چاٻيون وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ مير بجار جي حج کان واپس اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو.

راجو ليکي کي جڏهن اها سڌ پئي ته هن ان موقعي کي غنيمت سمجهيو ۽ پنهنجي پٽ تاجو ليکي کي ميان محمود خان جي حڪومت جو مدارالهمام مقرر ڪرايو ۽ خزاني کي پنهنجي ساٿين ۾ دل کولي ورهائڻ لڳو. جيئن وقت آئي انهن کان اجا ٻ وڌيڪ ڪم وٺي سگهجي، پر راجوءَ جي انهن شرارتن جا پول هر ڪنهن اڳيان پڌرا ٿي چڪا هئا، تنهن ڪري راجوءَ اجا ٻ دوراندیشيءَ کان ڪم وٺندي سوچيو ته، ميان محمود خان عمر جو ننڍو آهي، تنهن ڪري ڇو نه مسند تي ميان غلام نبي کي ويهاريو وڃي، ان سان سنڌ جو هڪ طاقتور قبيلو (جوٽيجا) ٻ پنهنجي پاسي ڪري وٺجي. (١)

تنهن ڪري راجو ليکيءَ ميان محمود خان کي ڇهن مهينن گذرڻ بعد ١٧٧٥ع ۾ تخت تان هٽائي ميان غلام نبي کي حڪومت جون واڳون

---

(١) تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر ص-

سونپيون. ميان غلام نبي جي اخلاق ۽ نيڪ نيتيءَ بابت فريئر نامي جو بيان آهي ته ميان غلام نبي وڏو حليم ۽ بردبار ماڻهو هو، هو راجو ليڪي کان بيزار هو. راجو جڏهن به مير صاحبن جي شڪايت ڪندو هو ته غلام نبي منهن ڦيري ڇڏيندو هو. (۱)

راجو ليڪي کي امن ڀري ماحول ۾ فساد ۽ دهشت برپا ڪرڻ جو عيوضو به تمام جلد مليو. ٿورڙي ئي عرصي ۾ راجو کي دستن جي بيماري اچي وچڙي، جنهن نيٺ راجوءَ جو ڪم پورو ڪيو. راجو ليڪي جي مرڻ کان پوءِ، تاجو ليڪي پيءُ جي شرارتن کي جيئن جو تيئن قائم رکيو، پر ڪم عقل ۽ بي وقوف هجڻ سبب تاجو ليڪي ظلم ڪرڻ ۾ پنهنجي مٽ پاڻ هو. فتح نامي جي مصنف عظيم ٺٽويءَ لکيو آهي ته:

"جيتوڻيڪ تاجوءَ وٽ علم، فضل ۽ عقل جي گهٽتائي هئي، پر پنهنجي پيءُ جي پيروي مڪر، فريب ۽ دغابازي ۾ بلڪل شيطان هو، ميان غلام نبي کي ان کان دلي نفرت هئي، هو رڳو ضروري ڪم لاءِ تاجوءَ کي گهرائيندو هو نه ته ان کان پري رهندو هو."

هوڏانهن مير بجار به حج پڙهي واپس وريو، مسقط پهچندي ئي ان کي سندس پيءُ ۽ ڀاءُ ميربهرام خان ۽ مير صوبدار خان جي ميان سرفراز خان جي دربار ۾ بي درديءَ سان مارجي وڃڻ جي سڌ ملي وئي. مير بجار مسقط کان جهاز وسيلي ڪراچي پهتو. ڪراچي جيئن ته نادر شاهه جي حملي ڪرڻ کان وٺي قلات جي خان جي هٿ هيٺ هئي. تنهن ڪري قلات جي خان مير بجار جو پرجوش آڌرڀاءُ ڪيو ۽ مير بهرام ۽ مير صوبدار جي بدلي وٺڻ لاءِ ڀرپور مدد ڏيڻ جو يقين ڏياريو، ۽ وقت سر سنڌ جي حڪمرانن کان ان غلطيءَ جو بدلو نه وٺڻ تي شرمندگيءَ جو اظهار ڪيو.

پر مير بجار خان خدا جي رضا تي راضي رهڻ وارو بااخلاق، نيڪ ۽ صابرين انسان هو. جنهن قلات جي خان کان مدد وٺڻ کان انڪار ڪيو، رڳو دعائون وٺي سنڌ طرف راهي ٿيو. سنڌ ۾ موجود بلوچ قبيلن مير صاحب جي شاندار آجيان ڪئي. تقريباً سمورن قبيلن جا سردار مير بجار وٽ عذر خواهي ڪرڻ ۽ ڪلهوڙن کان انتقام وٺڻ لاءِ اچي گڏ

---

(۱) تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر ص-۲۵۷

ٿيا. پر مير صاحب پنهنجي ملڪ ۾ بدامني، انتشار ۽ خانہ جنگي ڦهلائڻ جي حق ۾ ڪونہ هو. هو سنڌ جي سموري عوام جي راءِ ملڻ جي انتظار ۾ هو. جنهن ڪان پوءِ ئي مير صاحب ڪو قدم کڻڻ لاءِ تيار ٿي سگهيو ٿي. تيستائين دارالحڪومت حيدرآباد کان ٻارنهن ميل پري آستانو اڏي ويهي رهيو.

تاجو ليکي ۽ سندس ساٿين الله بخش جهنجهڻ، محراب جتوئي ۽ فيروز پتافيءَ کي مير بجار جي گڏ ٿيل لشڪر ۽ طاقت کان خوف ٿيڻ لڳو، انهن سيني کي پنهنجو انجام برو نظر اچڻ لڳو. تنهن ڪري انهن سمورن ساٿين پاڻ ۾ صلاح، مشورو ڪري حالتن کي سڌارڻ بجاءِ، اجا بہ وڌيڪ بگاڙڻ جو منصوبو سٽيو ۽ ميان صاحب تي پنهنجو اثر وڌيڪ گهرو ۽ مضبوط ڪري ڇڏيو. ميان صاحب دلي طور گهريو ٿي تہ جنگ کان پاسو ڪري، بلوچن سان ڳالهين ذريعي ناهہ ڪري سنڌ ۾ خودپرست ۽ مفادپرستن جي برپا ڪيل انتشار کي ٻنجو ڏجي.

پر ميان صاحب جي ڪيل فيصلن ۽ وقت سر ورتل اپائن کي سامهون رکي هيءَ راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي تہ، ميان صاحب ۾ خودداري ۽ پنهنجن ارادن کي عملي جامو پهرائڻ جي سگهہ موجود ڪانہ هئي، ۽ ٻي يا تہ وري ميان صاحب تاجو ۽ ان جي سهڪارين کي فريبي مڪار ۽ قاتل سمجهندي بہ، ان ڪري انهن تي ڇپر ۽ ڇانوَ پئي ڪيون آيون، جو ميان صاحب کي ان شان ۽ رتبي تي پهچائڻ وارا اهي ئي عيار ۽ دغاباز هئا. جن سان ميان صاحب ڦٽائي، پنهنجي عزت ۽ اهو رتبو وڃائڻ نہ ٿي گهريو. ميان غلام نبي نہ تہ ميان سرفراز کي قيد مان آزاد ڪري بلوچن سان کلي عام ٽڪر کائڻ ٿي گهريو ۽ نہ ئي وري تاجو ۽ سندس ساٿين کان پاڻ کي پالهو ڪري مير بجار سان ناهہ ڪري ٿي سگهيو. ميان صاحب جي ان رويي مان بزدل ۽ بي همت هجڻ جي سڌ ملي ٿي.

هوڏانهن تاجو ڏينهون ڏينهن ميان صاحب کان غلط ڪم وٺندو ويو ٿي، ڪيس سوگهو ڪندو، جڏهن تاجوءَ وارن ڏٺو تہ ميربجار وٽ وڏو لشڪر گڏ ٿيڻ لڳو آهي تہ ميان صاحب کان مير بجار ڏانهن خط لکرايو، جنهن ۾ ميان صاحب لکيو تہ: ”هن هنڌ ڇو اچي رهيو آهين؟ تو ڇا ٿو گهرين؟ ٻڌاءِ تنهنجو ڪهڙو ارادو آهي! جيڪڏهن لڙائيءَ جو خيال آهي تہ

بسم الله اچ اسين تيار آهيون. (١)

مياڻ صاحب جو جڏهن اهو خط مير بجار وٽ پهتو ته بلوچن ۾ اجان به جوش ۽ جذبو وڌي ويو ۽ ميربجار کي جنگ ڪرڻ لاءِ وڏيڪ زور ڀرڻ لڳا. پر مير صاحب دور انديشي ۽ رحمدلي کان ڪم ونندي، مچريل بلوچن جي جوش ٺارڻ سان گڏ اتان ڪوچ ڪري عمر ڪوٽ رانو ٿيو. عمر ڪوٽ تي ان وقت ڪوسن جو قبضو هو، جن مير بجار سان مقابلو ڪرڻ کان سواءِ قلعو مير صاحب جي حوالي ڪيو. پر قبضو ڇڏڻ کان پوءِ مياڻ صاحب ڏانهن پيغام موڪلي سمورين حالتن کان آگاهه ڪيائونس.

مير صاحب جو قلعي تي قابض بنجڻ، تاجوءَ کي اک ۾ ڪنڊي برابر هو. ڇو ته وٽس ايتري به سگهه ڪانه هئي، جو مير صاحب کان قلعي جو قبضو ڇڏائي سگهن. تنهن ڪري تاجوءَ نئين سازش سٽي الله بخش جهنجڻ کي مير بجار ڏانهن موڪليو، جنهن اتي سندس پيءُ ۽ ڀاءُ جي وقت سر عذر خواهي نه ڪرڻ لاءِ شرمندگيءَ جو اظهار ڪيو ۽ تاجوءَ خلاف گهٽ وڌ ڳالهيون ڪيون ۽ مياڻ غلام نبي جي فرمانبرداري جا واسطا ڏئي، مياڻ غلام نبي جي عزت لاءِ قلعي جو قبضو ڇڏي ٻاهر نڪري ناهه ڪرڻ تي زور ڀريو. مير بجار، مياڻ غلام نبي سان ناهه ڪرڻ لاءِ قلعي جو قبضو ڇڏي قلعي کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي وڃي خيما کوڙيا.

تاجوءَ کي جڏهن اها خبر پئي ته سندس اڇليل ڄار ۾ مير صاحب ڦاسي ويو آهي، تنهن ٽن هزار سپاهين کي وٺي وڃي قلعي ۾ رهايو. مير صاحب ٻه مهينا انتظار ڪرڻ کان پوءِ، سمجهي ويو ته ناهه جو ڍونگ، رڳو قلعي کي خالي ڪرائڻ لاءِ رٿيو ويو هو. تڏهن مير صاحب تاجوءَ ڏانهن خط لکيو ته: "جيڪڏهن تو ۾ مرادنگيءَ جو ڪو جوهر موجود آهي ته ميدان ۾ اچ. خدا جنهن کي گهرندو انهيءَ کي فتح ڏيندو. تون مياڻ غلام نبي کي الڳ رهڻ ڏي. پنهنجي پيسن ڪائڻ وارن ساٿين کي وٺي اچ اهڙي طرح دوست دوستن کان حساب وٺندا ۽ تلوارن جي زبان سان سوال جواب ٿيندا." (٢)

---

(١) تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر. ص- ٦٥٦

(٢) تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر، ص - ٦٦٣

مير صاحب جي ان خط مان معلوم ٿيو ته مير بجار پنهنجي اصل دشمن کي سڃاڻي ورتو هو. تنهن ڪري تاجوءَ کي ميان غلام نبي کان علحده ڪري جنگ جي دعوت ڏني هئي. تاجو ليکيءَ سيني ساٿين کي ميان غلام نبي جي دربار ۾ ڪٺو ڪري، ميان صاحب کي جنگ لاءِ تيار ڪري ورتو. نيٺ لاڙکاڻي تعلقي شهدادپور ۾ جنگ جو ميدان متو. بلوچ لشڪر ڇهه هزار ۽ ميان غلام نبي جو لشڪر تقريباً ٽيهه هزار هو. ٻنهي طرفن کان بي گناهه ڪونڌر ڪسجڻ لڳا. ميان غلام نبي جيڪو اڳ ئي جنگ جي خلاف هو، سو بي انداز لشڪر جي هوندي به دل شڪستو ٿي پيو. هو تاجو ليکي جيان ڪٺور دل ۽ بي رحم نه هو، تنهن ڪري ميان غلام نبيءَ مخفي طور قرآن شريف وچ ۾ آڻي ناهه جون ڪوششون شروع ڪيون.

ڪنهن نموني اهو مخفي پيام تاجو ليکيءَ جي ور چڙهي ويو. جنهن ڪاوڙ ۽ غضب جو مظاهرو ڪندي ميان غلام نبي کي تلوار سان ٽڪر ٽڪر ڪري ماري ڇڏيو، پاڻ ۽ پنهنجي ساٿين کي ساڻ ڪري درياءَ طرف روانو ٿيو. جتان ٻيڙيءَ تي سوار ٿي شاهگڙهه پهچي ويو.

نيٺ ميان عبدالنبيءَ جي فوجين هٿان تاجو گرفتار ٿيو، پر مير بجار جي سفارش تي سندس جان بخش ڪئي وئي، پر هي پوءِ به پنهنجين شرارتن کان باز ڪونه آيو.

# ميان عبدالنبي ڪلهوڙو

جھ سي لوڙهائو ٿيا، جنهين سڏڙي ڏير
ماروئڙا فقير، ڪهن در ڏيندا دانهڙي.
- شاهه

ڏرتيءَ جي گولي تي ڪوبہ اهڙو خطو نہ هوندو، جتان جي رهواسين ۾ ڪڙم جو ويري پيدا نہ ٿيو هجي، جنهن پنهنجي علائقي جي حڪمراني حاصل ڪرڻ لاءِ ڀاءُ، پيءُ يا ويجهي مائٽ جو خون نہ وهايو هجي. سنڌ جي تاريخ ۾ بہ اهڙا گهڻائي مثال موجود آهن.

اسان وٽ هي پهاڪو عام آهي تہ"ميرن ڪي گهر مان لڳي" پر جڏهن ڪلهوڙن جي دور تي نظر وجهنداسون تہ اسان جي، هر ڪلهوڙي حڪمران کي سنڌ جي تخت تان هٽائڻ لاءِ، گهرو اختلافن ۽ بغاوتن تي ضرور نظر پوندي.

١٣- نومبر ١٧١٩ع (١١- محرم ١١٢٣هه) مطابق جيئن ئي ميان نورمحمد پيءُ جي مسند تي ويٺو تہ سندس ڀاءُ ميان محمد دائود خان مخالف ٿيڻ جنگ لاءِ تياري ڪرڻ لڳو. اهڙو اظهار ميان ميان نورمحمد جي خط مان پڻ ملي ٿو تہ:

"جڏهن والد مرحوم جو انتقال ٿيو، تڏهن منهنجو ڀاءُ ميان محمد دائود خان نئين علائقي ۾ هو. انتقال جي خبر ٻڌندي ئي، هو اتان روانو ٿيو، جڏهن شهدادپور پهتو، تڏهن ڪي بدصلاحڪار اچي وٽس گڏ ٿيا. انهن مان ڪي اڳيئي ساڻس گڏ هئا تہ ڪي اتي اچي مليا. انهن اهڙيون خودمطلبيءَ جون ڳالهيون ڪيس ٻڌايون جو منهنجو ڀاءُ اتي ترسي پيو ۽ مخالفت جا سامان ڪٺا ڪرڻ لڳو. يعني پاڻ وٽ ضرورت کان وڌيڪ ماڻهو نوڪريءَ ۾ رکيائين ۽ هٿيار گڏ ڪرڻ شروع ڪيائين، مون کي جڏهن اهو اطلاع مليو، تڏهن هڪدم ڪيس لکيم تہ: "اهو طريقو وڏن

جي روش جي خلاف آهي، توکي گهرجي تہ هڪدم هتي پهچي تعزيت جي رسم ۾ اچي شريڪ ٿيءُ." منهنجي هيءَ صلاح هن جي دل کي نہ آئڙي، بلڪ سندس وهم ۾ اضافو ٿي ويو، مون انهن ڳالهين کي پاءُ جي نندڍيءَ عمر ۽ بڪواسي ماڻهن جي غلط مشورن جو نتيجو ڄاتو، انهي جي ڪري هن کي سمجهائڻ ۽ سنئين رستي تي آڻن جي خيال سان بزرگ سيدن، خاندان جي وڏڙن ۽ معتبر فقيرن کي ڏانهس موڪلي ڏنم. هو ميان دائود ۽ ٻين سڀني ماڻهن کي پاڻ سان وٺي آيا." (۱)

ان پرچاءَ کان پوءِ بہ ميان دائود جنگ جو سعيو ڪندو رهيو، هن هنڙيءَ جي قلعي کي پنهنجو مرڪز بڻائي، قلعي جي برجن جي مرمت ڪرائي، انهن تي توبون رکائي ڇڏيون ۽ کاڌ خوراڪ جو بہ گهڻو ئي سامان قلعي ۾ رکيائين. اها خبر جڏهن ميان نور محمد کي پئي تہ هن هنڙيءَ جي بزرگن جي مزارن جي زيارت جو بهانو بڻائي اوڏانهن راهي ٿيو. ميان محمد دائود خان رستي سان مورچا هٽائي جنگ لاءِ تيار ٿي وينو، پر سيدن ۽ فقيرن جي وچ ۾ پوڻ ڪري سندس جذبو ٿڌو ٿي ويو، مير علي شير قانع، ميان دائود جي بغاوت جو مدو ٽي سال لکيو آهي.

ميان نور محمد کي ست پٽ هئا، ۱۷۵۳ع ۾ ميان محمد مرادياب خان سنڌ جو ولي عهد مقرر ٿيو تہ خدادا خان ناراض ٿي هندستان هليو ويو، جتان وري واپس ئي ڪونہ آيو.

ميان محمد مرادياب (وفات: ۱۷۵۷ع) کي غلط روش ۽ عوام سان ظالماڻي ڪارروائين ڪري سنڌ جي تخت تان هٽايو ويو ۽ سنڌ جو ولي عهد ميان غلام شاه بڻيو. ميان غلام شاه جو وري احمد يار خان مخالف بڻجي، جنگ جون تياريون ڪرڻ لڳو، هوڏانهن عطر خان ڪابل ۾ ترسيل هو، تنهن افغان حڪمران کان سنڌ جي وارثيءَ جو پروانو وٺي، سنڌ ۾ وارد ٿيو. جڏهن اهي خبرون غلام شاه کي پيون، تہ غلام شاه حڪومت ڇڏي ڪڇ طرف هليو ويو. جتان بهاولپور جي سردار محمد مبارڪ خان ثاني ڏانهن، قاصد موڪلي پنهنجي رهائش جي اجازت گهري.

ڪجھ وقت کان پوءِ سنڌ جون حالتون خراب ٿي ويون، ڦرلٽ جي

(۱) تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر، ص ۳۱۱_ ۳۱۲.

بازار گرم ٿي وئي، هر ڏاڍي، هيٺي تي ظلم ڪرڻ شروع ڪيو. غلام شاهه مبارڪ خان ڪان لشڪر وٺي سنڌ تي ڪاهي آيو. روهڙيءَ جي پرسان ميان غلام شاهه ۽ عطر خان جي فوج ۾ ١١- جون ١٧٥٨ع مطابق خون ريز جنگ لڳي، ڪيترائي انسان شهيد ٿي ويا، ۽ غلام شاهه جي فتح ٿي.

عطر خان ۽ احمد يار خان سنڌ ڇڏي دائودپوٽن وٽ وڃي پناهه ورتي، پر پوءِ به پنهنجي سازشن ڪان باز نه آيا، ڪجهه وقت ڪان پوءِ عطر خان، بهادر خان جي مدد سان سنڌ تي لشڪر چاڙهي آيو. اباوڙي جي پاهران ٻنهي لشڪرن ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ بهادر خان مارجي ويو، عطر خان ۽ سندس ٻيا ساٿي وري به ناڪام ٿي ڀڄي ويا. آخرڪار عطر خان ڪمزور ٿي آڻ مڃي، غلام شاهه جي اطاعت قبول ڪري، سنڌ ۾ صبر سان رهائش اختيار ڪئي.

غلام شاهه- ١٧٧٢ع ۾ وفات ڪئي. سنڌ جو حڪمران ميان سرفراز خان ٿيو، سرفراز خان جي دورِ حڪومت ۾ سندس خاندان مان ڪوبه دعويدار ڪونه اڀريو، پر ميان صاحب، راجو ليکي جي فتني بازيءَ جي اثر ۾ اچي، ٽالپرن جي سردار، مير بهرام ۽ مير صوبدار کي شهيد ڪرائي ڇڏيو، ان جو نتيجو اهو نڪتو ته سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلن ۾ انتقام جو جذبو پيدا ٿيو، محبت ۽ پنهنجائپ جي جاءِ، نفرت بغض ۽ ڪيني ورتي، افراتفري ۽ انتشار ڦهلجي ويو، انهن ٻنهي وفادار ملازمن جي بي گناهه قتل سبب، عام رعيت ميان سرفراز خان کي نفرت ۽ حقارت جي نگاهه سان ڏسڻ لڳي.

مير فتح علي خان جي اڳواڻيءَ ۾ سمورن بلوچ قبيلن گڏ ٿي، خداآباد جي قلعي جو گهيراءُ ڪيو، ميان سرفراز خان پنهنجي ڪجهه ساٿين کي ساڻ ڪري، پنهنجي جان بچائي درياءَ وسيلي، حيدرآباد ڀڄي ويو. تاريخون لکن ٿيون ته: 'ميان صاحب کي ايتري ته خوف ورتو جو ڀڄڻ وقت جُتي پائڻ جو هوش ڪونه رهيس.' (١)

مير فتح علي خان جي خدا آباد جي قلعي تي حملي ڪرڻ جي خبر جڏهن حيدرآباد پهتي ته اتان جي اميرن، ميان سرفراز ۽ سندس ڪجهه

(١) خدايار خاني ميان سرفراز خان عباسي، مرزا عباس علي بيگ، صـ-٤٤

رشتيدارن کي قيد ڪري ڇڏيو.

١٧٧٥ع ۾ سنڌ جي حڪمراني وري ميان محمود خان کي سونپي وئي. ميان محمود خان جي ننڍي عمر سبب جلد ئي کيس حڪومت کان برطرف ڪري ميان غلام النبي جي هٿ ۾ سنڌ جون واڳون ڏنيون ويون. ميان غلام النبي طبيعت جو سادو هو، سندس مرضيءَ خلاف وري تاجو ليکيءَ ٽالپرن سان اُڇانڻ شروع ڪيو. نيٺ هيٺاهيون مٿانهيون ڏيئي، راجو ليکيءَ ميان صاحب کان ١٧٧٨ع ۾ ٽالپرن خلاف اعلانِ جنگ ڪرايو. لانياري (تعلقو شهدادپور) ۾ جنگ جو ميدان سينگاريو ويو، غلام النبي کي ٻي ڏوهه انسانن جي مرڻ تي رحم اچڻ لڳو، تنهن ڪري ان لڪ ڇپ ۾ مير بجار ـ سان ٺاهه جون ڳالهيون هلايون، ان صلح جي جڏهن تاجو ليکيءَ کي خبر پئي، تنهن ڪاوڙ ۾ ميان غلام النبي کي تلوار جي وار سان شهيد ڪري ڇڏيو.

ميان غلام نبي کان پوءِ ١٧٧٨ع ۾ ميان عبدالنبي خان کي گاديءَ تي ويهاريو ويو. هي انسان نه پر انسان جي روپ ۾ وحشي جانور هو، ڪلهوڙن جي حڪومت جي بنياد مان پهرين سر، ميان سرفراز خان ڪڍي ۽ باقي بنياد اُکيڙڻ لاءِ ميان عبدالنبي ڇنجور ڪٽي بيٺو، هن جو ڪردار سنڌ جي تاريخ ۾ اهڙو ته بدنما داغ آهي، جيڪو ورلي ڌوپي سگهي ٿو. عبدالنبيءَ جي حڪمران بڻجڻ تي سندس ماءُ، مير بجار کي خط لکيو هو ته: ”عبدالنبي منهنجو پٽ آهي، آءُ سندس عادتن کان واقف آهيان، هو منهنجو به گهر تباهه ڪندو ۽ توکي به منجهان ڪا چڱائي ڪانه رسندي.“ (١)

جنهن پٽ لاءِ ماءُ جا اهڙا خيال هجن، اهو ڪنهن سان به سچو ٿي نه ٿو سگهي، اهو نه ته ڪنهن جو دوست ۽ همدرد هوندو آهي، ۽ نه ئي وري ڪنهن کي پنهنجو هڏڏوکي محسوس ڪندو آهي. ان جي نگاهه ۾ باقي سڀ انسان ڪريل ۽ گهٽيا قسم جا هوندا آهن.

هن حڪومت سنڀالڻ کان اڳ ئي اهڙو ته بي رحميءَ جو مظاهرو ڪيو جو حيدرآباد جي قلعي ۾ قيد ٿيل ميان سرفراز خان ۽ ٻين مائٽ مٽن کي جلادن هٿان شهيد ڪرائي ڇڏيو.

---

(١) جنت السنڌ، مولائي شيدائي، ص ـ ٥٥٢

مرزا عباس علي بيگ لکي ٿو تہ: ”جيسين غلام النبي جو لاشو حيدرآباد ڏي دفن ٿيڻ لاءِ اچي، تنهن کان اڳ عبدالنبيءَ پنهنجي سمورن حاضرين کي سڏائي چيو تہ: ’مون کي يقين آهي، توهان سڀ منهنجا دل وجان سان خيرخواهہ ۽ وفادار آهيو، تنهن ڪري مان توهان سان دل جو حال ٿو ڪريان تہ هاڻي ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي تہ اسان ڪلهوڙن جي هٿان ملڪ پيو وڃي، نہ اهو زر آهي ۽ نہ اهو لشڪر آهي، بلڪ ڏينهون ڏينهن مير بجار خان زور ٿيندو پيو وڃي ۽ مون کي پڪ آهي تہ هو مون کي مسندنشين ٿيڻ نہ ڏيندو ۽ وري بہ ٻيهر ميان سرفراز خان کي مسندنشين ڪري سنڌ جو حاڪم ڪندو، تنهن ڪري توهان سيئي ٻهرين، ٻهرين اهو ڪم ڪريو، يعني قلعي ۾ ميان سرفراز خان ۽ ٻين ٽن قيدين کي يڪدم قتل ڪري ڇڏيو، جڏهن انهن جي قتل جي خبر مير بجار خان کي پوندي، تڏهن منهنجي حاڪم بڻجڻ تي هرگز اعتراض نہ ڪندو، حاضرين سڀني اها ڳالهہ قبول ڪئي ۽ يڪدم بندوبست ۾ لڳي ويا.‘“(١)

ميان عبدالنبي  بي رحميءَ جون سيئي حدون اورانگهي ترخاني ظلم کان بہ اڳتي وڌي ويو. هن نہ رڳو ڪرسيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ ميان سرفراز خان کي شهيد ڪرايو، پر پنهنجي وحشت پڻيءَ جو مظاهرو ڪندي ميان غلام النبي جي ٻن ننڍڙن پٽن کيٰ پڻ درياهہ ۾ ٻوڙائي ڇڏيائين، مرزا عباس علي بيگ لکي ٿو تہ: ”ميان عبدالنبيءَ مسندنشين ٿيڻ واري سال پنهنجي ڀاءُ ميان غلام النبيءَ خان جا ٻہ ننڍڙا پٽ درياهہ ۾ ٻوڙائي ڇڏيا.“(٢)

اهڙي بي درد ۽ لالچي انسان کي مير بجار ڇو حڪمران بڻايو؟ ان جو هڪ ئي سبب ٿي سگهي ٿو تہ، مير بجار دانائي ۽ هوشيارپ سان گڏوگڏ ڪلهوڙن تي انڌي عقيدت رکندڙ مريد بہ هو، مير نہ ٿي چاهيو تہ سندس مرشدن مان ڪنهن بہ هڪڙي وارث هوندي، هو پاڻ يا ڪو ٻيو سنڌ جو حڪمران بڻجي، ورنہ اهڙي سفاڪ قاتل کي تہ ان ئي وقت ڦاهي تي چاڙهڻ گهربو هو.

---

(١) خدايار خاني ميان سرفراز خان عباسي، مرزا عباس علي بيگ، صہ ٥٣
(٢) ساڳيو صہ ١٣٥

١٧٧٨ع ۾ مير بجار هالن جي درگاه ۾ ميان عبدالنبي کي دستار ٻڌائي، پر ملڪ جي انتظام جون سموريون واڳون مير صاحب پنهنجي هٿ ۾ رکيون. اها ڳالهه ميان عبدالنبيءَ کي، دل ۾ ڪنڊو ٿي چڀڻ لڳي. جنهن مقصد لاءِ هن پنهنجن ڇئن ويجهن مائٽن کي شهيد ڪرايو هو، اها مراد ۽ لالچ پوءِ به پوري نه ٿي سگهيس، تنهن ڪري هي وري ميربجار کي مارائڻ لاءِ سٽون سٽڻ لڳو.

هوڏانهن الله بخش جنجهڻ به دربدر ٿي وري اچي ميان جي دربار جو سلامي ٿيو. عبدالنبي کيس طعنا ۽ مهڻا ڏيئي قيد ڪرائي ڇڏيو. ڪجهه وقت کان پوءِ تاجو ليکي به گرفتار ٿي ميان صاحب وٽ پهتو، جنهن کي پڻ قيد ڪيو ويو، پر پوءِ مير بجار جي سفارش تي ميان عبدالنبيءَ پنهي کي آزاد ڪري ڇڏيو. اهڙي فيصلي ڪرڻ تي ميان عبدالنبي لاءِ ته ائين چئي سگهجي ٿو ته، کيس اهڙن نمڪ حرام ۽ شرارتي انسانن جي ضرورت هئي، پر خبر ناهي ته مير بجار جي به دانائي الائي ڪيڏانهن هلي وئي هئي.

مير بجار سميت سمورن سنڌي خواهه بلوچ اميرن کي پلي پت اها سڌ هئي ته سنڌ ۾ سنڌين ۽ بلوچن جي وچ ۾ نفرت جي باهه پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار راجو ليکي جوئي آهي ۽ وڏي ڳالهه ته راجو ليکي سنڌ جي حڪمران ميان غلام النبيءَ جو قاتل پڻ هو. اهڙي شرارتي انسان کي ائين بخش ڪرڻ مان ناداني‌ءَ کان سواءِ ڪجهه به سمجهه ۾ ڪونه ٿو اچي.

انهن باهمي اختلافن ۽ گهرو جنگ سبب ڪافي وقت کان افغاني دربار ۾ مقرر ٿيل خراج ڪونه پئي پهتو. اهڙو موقعو ڏسي عزت يار خان عباسيءَ (ميان عبدالنبي جو پائٽيو) تيمور شاهه کي سنڌ ۾ برپا ٿيل سنڌ ۾ بدامني، خانه جنگي ۽ خراج ادا نه ڪرڻ جي يادگيري ڏياري، حڪمراني جو پروانو حاصل ڪري ورتو. اهڙي طرح ٽيهن هزارن جو لشڪر ساڻ ڪري عزت يار خان سنڌ پهتو. شڪار پور جي ويجهو پهچي، عزت يار خان، مير بجار ڏانهن خط لکي، ملڪ جو سمورو ڪاروبار ۽ مدارالهمام جي عهدي تي مقرر ڪرڻ جي لالچ ڏيئي، همدرديون حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مير بجار کيس صاف جواب ڏياري موڪليو ۽ ارڙهن هزارن جو لشڪر ساڻ ڪري، روهڙيءَ پهتو. جتان درياهه تي ٻيڙين سان

پل پڌائي عزت يار سان مقابلي ڪرڻ لاءِ سامهون ٿيو، ٻنهي لشڪرن ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ فتح، مير بجار کي ٿي. ان شڪست افغاني درٻارين جا حواس ئي خطا ڪري ڇڏيا. درٻاري تيمور شاهه اڳيان دانهين ٻڌجي چوڻ لڳا ته: ”جيڪڏهن سنڌين کي ان جي سزا نه ڏني وئي ته، ٻين علائقن جي حڪمرانن جي به جرئت وڌي ويندي. تنهن ڪري ضروري آهي ته سنڌين کي اهڙي عبرت ناڪ سزا ڏني وڃي جو ٻيهر ڪڏهن به اهڙي همت ڪري نه سگهن.“(١)

نيٺ تيمور شاهه، هڪ وڏو ڪٽڪ ڪاهي سنڌ ڏانهن راهي ٿيو، تيمور شاهه جي اچڻ جي خبر جڏهن ميان عبدالنبي ۽ مير بجار کي پئي ته مير بجار ۽ ميان صاحب ڪجهه لشڪر ساڻ ڪري روهڙي پهتا، جتان تيمور شاهه ڏانهن قاصد موڪلي حاضر ٿيڻ جي اجازت گهريائون. تيمور شاهه کي شڪارپور کان ٻن منزلن جي مفاصلي تي اهو قاصد پهتو، قاصد جي اچڻ ڪري تيمور شاهه جي ڪاوڙ جهڪي ٿي، وڏيڪ مير صاحب پنهنجي صفائي پيش ڪري ٺاري ڇڏيو، اهڙي طرح مير صاحب جي دانائي سبب، نه رڳو مير بجار ۽ ميان عبدالنبي جي جان بچي وئي، پر سموري سنڌ مٿان آيل آفت پڻ ٽري وئي.

مير بجار پنهنجي عقل مندي سبب، سنڌ ۾ اڳ ئي وڏي شهرت ماڻي چڪو هو، وري جو تيمور شاهه کي به امن امان سان واپس ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ته سنڌس ميختا ۾ اچا به واڌارو اچي ويو، مير جو ايڏو ماڻ ۽ مرتبو، ميان عبدالنبيءَ کان ڏٺو نه ٿي پڳو. تنهن ڪري هن پنهنجي وفادار ۽ نمڪ حلال ساٿيءَ کي قتل ڪرائڻ لاءِ جوڌپور جي حڪمران کان مدد گهري ۽ موٽ ۾ امر ڪوٽ جو قلعو ڪيس حوالي ڪرڻ جو واعدو ڪيو، جوڌپور جي حڪمران بجي سنگهه پنهنجا ٻه ماڻهو وڪيل جي ويس ۾ موڪليا جن اچي ميان عبدالنبي ۽ مير بجار سان علحده علحده ملاقات ڪئي.

نيٺ هڪ ڏينهن انهن مير بجار خان کي چيو ته: ”مها راجا بجي سنگهه جو اوهان لاءِ خط آيو آهي، جيڪو هندي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي، اسان کي حڪم مليو آهي ته اهو خط اوهان کي اڪيلائي ۾ پڙهي

(١) تاريخ سنڌ، جلد ٻيو، اردو، اعجازالحق قدوسي، ص- ٥٠٧

ٻڌايون." (١)

مير بجار انهن کي اجازت ڏني، جن اڪيلائي جو فائدو وٺي مير تي خنجرن سان حملو ڪيو. زخمي هوندي به مير پنهنجي تلوار سان ٻنهي تي اهڙو وار ڪيو جو، اهي ٻئي ڄڻا تڏي تي مري ويا ۽ مير بجار به زخمن نه سهي ١١٩٣ھ ۾ وفات ڪئي.

مير بجار جي موت سبب سموري سنڌ ۾ غم جي لهر ڪڪرجي وئي. انتقام وٺڻ لاءِ بلوچن جي رڳن ۾ خون ٽهڪڻ لڳو. بلوچن سان گڏ سنڌين کي پڻ مير صاحب جي اهڙي موت تي ڏک هيو. اهي به ميان جي اهڙي ظلم کي نفرت جي نگاهه سان ڏسڻ لڳا. مير بجار جو مهيا ڪيل امن امان، هڪ ڀيرو وري افراتفري ۽ انتشار ۾ تبديل ٿي ويو.

بلوچن پنهنجو سردار مير بجار جي پٽ مير عبدالله کي مقرر ڪيو، جيڪو پڻ پيءُ جيان بردبار ۽ صابرين، داناءُ ۽بهادر هو. ان کي به اها واهيندي خبر ملي ته مير بجار جي خون ۾ ميان عبدالنبي جا هٿ رنگيل آهن، پر مير عبدالله اهڙي ڪنهن به ڪم ۾ تڪڙ ڪرڻ نه پئي گهري، جنهن جا نتيجا سنڌ لاءِ نقصانڪار ثابت ٿين. مير عبدالله جو ته ميان صاحب ڏانهن گمان ئي نه پئي ويو ته ڪو مير بجار جي قاتلن ۾ ميان عبدالنبي به شامل آهي، ميان صاحب ڏانهن هن جي دل بلڪل صاف هئي. سوڳ مان اُجو ٿي مير عبدالله ٻين بلوچن سردارن کي ساڻ ڪري، نيڪ نيتن سان ميان جي دربار ڏانهن راهي ٿيو. اها خبر ميان کي پئي ته هو انتقام جي خوف کان ڊڄي، پنهنجي ٻن پٽن کي جوڌپور جي راجا ڏانهن مدد لاءِ موڪليو ۽ پاڻ اهل عيال ۽ ٻه سو گهوڙي سوار ساڻ ڪري قلات جي خان ڏانهن راهي ٿيو.

ميان جي ائين نڪري وڃڻ تي مير عبدالله کي ڏاڍو تعجب ٿيو، مير قاصد کي قرآن شريف ساڻ ڏيئي، ميان عبدالنبي ڏانهن خط لکيو ته: "اسان جي ۽ اوهان جي وچ ۾ هيءُ قرآن پاڪ آهي، اسان کي اوهان تي ڪا به بدگماني ڪانهي. اوهان جا مشير فتني انگريز آهن، جن بنا سبب اوهان کي گمراهه ڪيو آهي. هو ظاهر ۾ اوهان جا دوست ڏيکارجي رهيا آهن، پر حقيقت ۾ اوهان جا دشمن آهن. جي اوهان کي دربدر ڀٽڪائيندا

(١) تاريخ سنڌ، جلد ڀيو، اردو، اعجازالحق قدوسي، ص- ٥١١

رهندا ۽ ڏارين جو محتاج بڻائيندا، اوهين پنهنجي ملڪ موٽي اچو ۽ اچي پنهنجي گادي وسايو.“(١)

پر ميان صاحب ۽ سندس صلاح ڪارن تي مير عبدالله جي آچ جو ڪوبه اثر نه ٿيو ۽ نه ائي اهي واپس وريا. ميان صاحب جا پٽ جڏهن جوڌپور ڏانهين ٿي پهتا ته مهاراجا بجي سنگهه وڏو لشڪر چاڙهي موڪليو، مير عبدالله کي جڏهن راجپوتن جي حملي جي خبر پئي ته هي سنڌين جي فوج ساڻ ڪري جوڌپور جي سرحد وٽ ڪين سامهون ٿيو، ٻنهي لشڪرن ۾ جنگ لڳي، گهڻي خون خرابي کان پوءِ راجپوت جنگ جو ميدان ڇڏي ڀڄي ويا.

ان شڪست جي خبر جڏهن ميان عبدالنبي کي پئي ته ميان صاحب قلات جي واليءَ مير نصير خان کي عرض ڪيو ته: ”اوهين مون کي فوجي مدد ڏيو، آءٌ وري جنهن وقت سنڌ جو حڪمران ٿيس ته ٿن لکن رپين سان گڏ پنهنجي ملڪ جو هڪ حصو به اوهان جي حوالي ڪندس.“(٢)

اهڙي طرح ميان عبدالنبي، قلات جي خان کي لالچائي بروهين جو لشڪر زرق خان جي اڳوائيءَ ۾ ساڻ ڪري سنڌ ڏانهن راهي ٿيو. سنڌ جي فوج، راجپوتن مان آجي ٿي، وري بروهين سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ رواني ٿي. سنڌي لشڪر گهڻي ٽڪ هڻڻ ڪري گهڻو ميدان ملهائي نه پئي سگهيو، شڪست جا آثار ڏسي مير عبدالله خان، جان جي بازي هڻڻ جو اعلان ڪيو، مير عبدالله، مير فتح علي، مير سهراب خان ۽ سنڌين جو لشڪر، گهوڙن تان لهي، تلوارن سان پيادل جنگ ڪرڻ لڳا، نيٺ زرق خان ۽ ٻيا ناليوارا بروهي سردار ميدان ۾ مارجي ويا، باقي لشڪر ڀڄي جان بچائي.

ان ڪشمڪش ۽ حڪومتي ڇڪتاڻ سبب قلات جي خان، ڪراچي تي پنهنجو قبضو ڪري ورتو. مولائي شيدائي لکي ٿو ته: ”ڪراچي جو بندر مير نصير خان، اتان جي واپارين جي مدد سان ڦٻائي ورتو. هن بندر جي سنڌ کان جدا ٿيڻ ڪري سنڌ کي ساليانو ڇهن لکن

---

(١) تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر، ص ٧٢٢- ٧٢٣.
(٢) تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر، ص- ٧٢٦

روپين جي ڪوٽ ٿيڻ لڳي.“(١)

قلات ڪان پوءِ ميان عبدالنبي حاجي پور ۾ رهڻ لڳو. جتان تيمور شاهه ڏانهن مدد لاءِ ايلازو بڻيو. تيمور شاهه، مدد خان پٺاڻ جي سپه سالاري ۾ سنڌ تي لشڪر چاڙهي موڪليو. ميان عبدالنبي به پنهنجو لشڪر ساڻ ڪري مدد خان سان اچي مليو. مدد خان، ميان ڪان فوج جي خرچ پکي لاءِ رقم جي گهر ڪئي، هي پاڻ دربدر ۽ پرائي مال تي پلجندڙ، ڪٿان پيو مدد خان کي رقم ڏئي سگهي، پر خدا آباد ۾ پوريل خزاني جو آسرو ڏئي، في الحال ڳالهه ٽاري ڇڏيائين. مدد خان پنهنجي قهري ڪارروائين جي شروعات ڪئي. آباديون، ويراني ۾ تبديل ٿي ويون. فصل گهوڙن جي سنبن ۾ لتاڙجي تباهه ٿي ويا. جتي به مدد خان جي فوج پهتي، اتان سڪون برباد ٿي ويو. مالدار ماڻهو بي گهر ٿيا، بر منهن ڪري ڀڄڻ لڳا. عورتن جي عزتن سان کيڏيو ويو. اهڙو ظلم ۽ دهشت ڏسي الله لوڪ حضرت مراد فقير رح به دانهن ڪري چئي ڏنو ته:

”مار مدد ڪون، دور ڪرو،
چوڙ وجي، يهودي، يزيد ميان.“

سنڌي لشڪر مير عبدالله خان وٽ اچي گڏ ٿيو. جنگ جون تياريون شروع ٿي ويون. اها خبر مدد خان کي به پهتي، جنهن سنڌي لشڪر سان مهاڏو اٽڪائڻ کان پاسو ڪري، چالاڪيءَ ۽ ٺڳي جي راهه ورتي ۽ مير عبدالله ڏانهن قاصد موڪليائين ته: ”اسين خدا آباد وڃڻ ٿا چاهيون. ڇو ته اتي ميان جو خزانو لڪل آهي. جيڪڏهن خزانو مليو ته خير. نه ته پئي صورت ۾، ميان جو ڪوڙ ثابت ٿي ويندو ۽ مان پاڻ ئي تيمور شاهه اڳيان، کيس ڪوڙو ثابت ڪندس.“(٢)

مدد خان جو اهو خط پڙهي مير عبدالله فوجي لشڪر سميت عمر ڪوٽ هليو ويو. خدا آباد پهچي مدد خان، ميان عبدالنبيءَ کان لڪل خزاني جي گهر ڪئي. ميان صاحب هر طرف پنهنجا ماڻهو موڪلي ڏنا، جيئن هو قرلٽ ڪري رقم گڏ ڪري اچن. فريئر نامي ۾ هن قرلٽ جو منظر هيئن چٽيل آهي ته: ”خدا کان نه ڊڄندڙ عبدالنبيءَ پيسن ميڙڻ لاءِ هر

---

(١) جنت السنڌ. مولائي شيدائي، ص۔ ۵۵۴

(٢) تاريخ سنڌ. ڪلهوڙا دور. غلام رسول مهر. ص۔

ڳوٺ، شهر ۽ هر گهر تي ماڻهو موڪليا، اهي ظالم جتي پهتا، جيڪا به شيءِ هٿ لڳن ڦري کڻي آيا. انهي سلسلي ۾ گهڻا گهر برباد ٿي ويا، رعيت جا ڪيترائي گهر بي چراغ ٿي ويا."(١)

مياں جي بچيل انهن وحشين جو فائدو وٺندي، قنڌارين به وسئون ڪين گهٽايو. مظلوم سنڌواسين جو نه هو ڪو اوهي، نه واهي. هڪڙي چڱي مڙس تخت حاصل ڪرڻ لاءِ قنڌارئون آفت آندي هئي، ته ٻيا وري پاڻ ۾ اٽيٽت سبب عمرڪوٽ هليا ويا، بگهڙن کي بي نڌڪو ڏڻ هٿ لڳو هئو، سو ماڻهن جي لڱن تان به ڪپڙا پٽي لاٿائون، نيٺ اها خبر عمرڪوٽ ۾ مير عبدالله کي به پڄي وئي، جيڪو جنگ لاءِ تيار ٿي مدد خان جو پيڇو ڪرڻ لاءِ راهي ٿيو. مدد خان، ٽالپورن جي باهمي اختلاف مان پڻ فائدي وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان ۾ به ناڪام ٿيو، اهڙي طرح مياں عبدالنبيءَ کي اڪيلو ڇڏي، سنڌ کي ڦري، قنڌار ڏانهن هليو ويو.

مياں عبدالنبيءَ وري صلح جو ڍونگ رچائڻ شروع ڪيو، هن بهاول خان (والي رياست بهاولپور) کي عرض ڪيو ته تون ميرن ۽ منهنجي وچ ۾ پئي، صلح ڪراءِ. ٻئي پاسي باگي فقير کي مير عبدالله ڏانهن پڻ موڪليائين، آخرڪار بهاول خان پنهنجي پاءُ سردار خان ۽ ٻئي عزيز فضل علي خان کي موڪلي، ٻنهي ڌرين ۾ ناهه ڪرايو.

اهڙي طرح سنڌ ۾ هڪ ڀيرو وري امن امان پيدا ٿيو، ۽ عام ماڻهن سک جو ساهه پٽيو، ڌارين ۽ پنهنجن جي ظلم مان سنڌ آجي ٿي، پر مياں عبدالنبي پنهنجي بربادي لاءِ کڏون کوٽيندو رهيو. پنهنجي مڪر ۽ فريب وسيلي نيٺ ١٧٨٣ع ۾ مياں عبدالنبي، مير عبدالله ۽ مير فتح خان کي قتل ڪرائي ڇڏيو.

ٽالپورن پنهنجي اهل و عيال کي دين ڳڙهه موڪلي، انتقام وٺڻ لاءِ تياري شروع ڪئي. مير سهراب خان کي دنگي طرف موڪليائون، جيئن اتان به بلوچن جو لشڪر مدد لاءِ وٺي اچي، پر مير فتح علي خان انتظار ڪرڻ کان سواءِ، مياں جي لشڪر تي حملو ڪري ڏنو. مياں جي لشڪر جي اڳواٽي ڏ ڳاٽو خان، الله بخش جهنجڻ، غلام حسين ۽ فيروز ڪليري

(١) تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر، ص- ٧٣٢

ڪري رهيا هئا، ڪلهوڙن وٽ توبن سان گڏوگڏ جنگ جو ٻيو سامان ۽ هٿيار به گهٽا هئا، پر پوءِ به ڪين شڪست ٿي.

مياڻ جي مقرر ڪيل سپهه سالارن، ميدان ڇڏي مياڻ وٽ وڃي دم پٽيو، ان کان پوءِ مياڻ عبدالنبيءَ پاڻ سان ٽيهن هزارن جو لشڪر ساڻ ڪري هالاڻي پهتو، هن ڀيري ڪافي رتوڇاڻ ٿي، ٽالپور گهوڙن تان لهي پيادا جنگ ڪرڻ لڳا، ٽالپورن جي لشڪر جو جذبو ۽ جوش ڏسي، ڪلهوڙن جي لشڪر ۾ ڀاڄ پئجي وئي. اهڙو حال جڏهن مياڻ پاڻ ڏٺو ته، پاڻ به جان بچائي قلات ۾ وڃي پناهه ورتائين ۽ وري به قلات جي خان کي مدد ڏيڻ لاءِ ستائيندو رهيو. نيٺ مجبور ٿي مير نصير خان ڪيس ڪجهه بروهين جو لشڪر ساڻ ڏنو، پر لڪ چيپ ۾ مير فتح خان ڪيس ڪجهه بروهين جو لشڪر ساڻ ڏنو، پر لڪ چيپ ۾ مير فتح علي خان ڏانهن قاصد موڪلي سموري ماجرا کان ڪيس واقف ڪيو ته، منهنجا ماڻهو ڪيس خداآباد پهچائي واپس هليا ايندا. تنهن ڪري اوهان ساڻس اوستائين جنگ نه ڪجو. مير فتح علي خان به والي قلات جو چوڻ وٺي مياڻ کان پاسيرو رهيو.

بروهين جو لشڪر مياڻ عبدالنبي کي درياهه تائين پهچائي واپس هليو ويو، انهن جي ڪڍ مياڻ پاڻ به وري سنڌ مان نڪري قلات پهتو. مير نصير خان سندس حاجي پور ۾ رهائش جو بندوبست ڪيو، مير فتح علي خان حيدرآباد تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ، مياڻ جي اهل و عيال کي پڻ عزت ۽ احترام سان حاجي پور موڪلي ڏنو، پر مياڻ عبدالنبي وري به سازشون ڪرڻ شروع ڪيون. هن دفعي هو پاڻ افغانستان وڃي تيمور شاهه کي ليلائڻ لڳو. تيمور شاهه سنڌ جي ابتر حالتن جو فائدو وٺي سنڌ کي ٻيڙن مٿ جي قيمت تي کپائڻ جو واڪ ڏنو.

"تيمور شاهه فيصلو ڪيو ته مياڻ عبدالنبي ڇهن ڏينهن اندر نَو لک رپيا خزاني ۾ ڏئي ته سنڌ جي حڪومت جو پروانو سندس حوالي ڪيو وڃي. جيڪڏهن آغا ابراهيم (مير فتح علي خان پاران افغاني دربار ۾ مقرر ڪيل ايلچي) هيءَ رقم ادا ڪري ته حڪومت جو پروانو مير فتح علي خان جي نالي جاري ڪيو وڃي. مياڻ پيسن جو انتظام ڪري نه سگهيو ۽ آغا ابراهيم اها رقم ايراني تعلقات جي بنياد تي ايراني ۽ قنڌاري

واپارين کان پيسا وٺي رقم داخل ڪرائي."(١)

پر مولائي شيدائي لکي ٿو ته: "تيمور شاهه سنڌ کي ٻن حصن ۾ ورهايو، هڪڙو حصو مير فتح علي خان کي ڏنائين ۽ ٻيو حصو ميان عبدالنبيءَ کي ڏنائين. ان کان سواءِ هڪ افغاني لشڪر ٻنهي ڌرين ۾ صلح رکڻ لاءِ مقرر ڪيائين، پر مير فتح علي خان جا ايلچي ۽ صلاحڪار چالاڪ هئا، جن نَوَ لک رپيا تيمور شاهه کي ڏن ڏئي مير فتح علي خان نالي فرمان جاري ڪرايو."(٢)

سنڌ جي نصيبن ۾ اجا ٻه شايد ڏک ۽ ڏولاوا لکيل هئا، سنڌ مان امن، سکون ۽ خوشحالي، رُسي ڪوهين ڏور هلي وئي هئي. هڪڙي بلا سان سنڌ واسي اجا منهن ڏيئي ويٺا ئي مس پئي ته وري مٿان ٻي آفت پئي ڪڙڪين، هڪ جهيڙي ۽ جنگ مان اجا ئي مس پئي ٿيا ته وري ٻي پاسي کان ڪونه ڪو ڪو للڪاريندو پئي آيو. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي روز روز فسادن مان جان ئي نه ڇڏاياڻون ته وري ميرن ۾ ڦوٽ پوڻ شروع ٿي، ان کان اڳ ٻه سنڌ، بدامني ۽ انتشا جا دور ڏٺا هئا، پر هن وقت جهڙو وايومنڊل سنڌ شايد ئي اڳ ڏٺو هجي.

مير فتح علي خان، ٽالپرن ۾ صلح ۽ سانت برقرار رکڻ لاءِ سنڌ کي ستن حصن ۾ ورهايو، چار حصا پنهنجي ۽ پنهنجي اولاد لاءِ رکيائين ۽ ٻه حصا مير سهراب خان جي حوالي ڪيائين ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان کي ڏنائين. پاڻ انهن سڀني جي مٿان نگران بڻيو. اهڙي ورهاست سبب مير سهراب ۽ مير ٺارو خان ناراض ٿي پنهنجن پنهنجن حصن جا خودمختيار بڻجي ويا ۽ اهڙي طرح سنڌ ۾ ٽي مرڪز قائم ٿي ويا ۽ هرهڪ پاران علحده علحده افغانستان جي دربار ۾ خراج پهچڻ لڳو.

هي خبرون چارون ميان عبدالنبيءَ کي ٻه وجي پهتيون، جنهن آخري ڀيرو قسمت آزمائڻ لاءِ تيمور شاهه ڏانهن قاصد موڪلي سنڌ جي حالتن کان باخبر ڪيو ۽ سنڌ جو پروانو پنهنجي نالي جاري ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو. تيمور شاهه ٻه پئي اهڙا موقعا ڳوليا. افغانين نه پئي چاهيو ته سنڌ ۾ امن امان ٿئي ۽ اسان جي ڦرلٽ جي مال ۾ رڪاوٽ پوي. تنهن ڪري

---

(١) تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، غلام رسول مهر، ص ٧٨٢- ٧٨٣.

(٢) ٽالپرن جي مختصر تاريخ، مولائي شيدائي، ص- ٢٦

احمد خان نوزئي ۽ بوستان خان کي افغاني لشڪر ڏيئي، ميان عبدالنبيءَ جي مدد لاءِ روانو ڪيو. افغاني لشڪر بهاولپور ۾ ظلم جا پهاڙ ڪيرائي، خيرپور جي ويجهو اچي پهتو. جتان هنن قاصد موڪلي مير سهراب خان کي لالچائڻ چاهيو، پر مير سندن ڄار ۾ ڪونه ڦاٿو.

افغاني لشڪر بي ڌڙڪو ٿيو. هالا ڪنڊيءَ اچي پهتو. اتان مير فتح علي خان ڏانهن قاصد موڪليائون ته: "سنڌ تان دستبردار ٿي وڃ. نه ته سخت سزا پائيندين."

مير فتح علي پنهنجي اهل عيال کي ڪڇ ڏانهن روانو ڪيو ۽ پاڻ لشڪر وٺي جنگ لاءِ اڳتي وڌيو. آخرڪار جنگ شروع ٿي، بي شمار انسانن جو رت اڙهو. سنڌي لشڪر جي بهادري ڏسي افغاني لشڪر ۾ ڀاڄ پئجي وئي. ميان ۽ افغاني سردار به پنهنجي جان بچائي ڀڄي ويا.

تيمور شاه افغاني لشڪر جي شڪست جو ٻڌي ڏاڍو ڪاوڙيو. نيٺ پاڻ سان مدد خان وٺي سنڌ ڏانهن راهي ٿيو، پر بهاولپور ۾ ئي ظلم مان سندن دل ڍاپي ويس. ۽ اتي موجود وڪيلن به هيٺاهيون مٿاهيون ڏئي سندس غضب کي ٿڌو ڪيو.

اهڙي طرح سنڌ تي نازل ٿيل هي آفت به ايندي ايندي ٽري وئي ۽ ميان عبدالنبيءَ جي اها سازش به ناڪام وئي. افغاني لشڪر جي واپسيءَ کان پوءِ هو وري اڪيلو ٿي ويو ۽ جان بچائي حاجي پور وڃي ساهه پٽيائين. ڪجهه وقت کان پوءِ تيمور شاه پاران (پنجاب) جو گورنر مقرر ڪيو ويو. فقير الاهي بخش ليکي لکي ٿو ته: "ميان عبدالنبي صاحب جي حڪومت ختم ٿيڻ کان پوءِ هو افغانستان جي بادشاهه تيمور شاه جي حڪم سان 'ليه' جي گورنر مقرر ٿيو."(١)

اهو علائقو به بلوچن جي آبادي جو هو، ميان صاحب هميشه جيان تلوار جي زور تي بلوچن کي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو. پر تيمور شاه جي مرڻ کان پوءِ، افغاني گاديءَ تي زمان شاه ويٺو. جنهن ميان سان ڦٽائڻ شروع ڪيو. پهريائين ميان ڏانهن بقايا رهڻ جو بهانو بڻائي ڪيس ستائڻ لڳو. پر پوءِ قنڌار جي مهم ۾ لشڪر سميت شامل ٿيڻ لاءِ کيس حڪم

---

١٥- واليءِ سنڌ ميان نور محمد ڪلهوڙو، مرتب ڊاڪٽر محمد لائق زرداري صـ ١٩٩.

ڪيو ويو. جيڪو بہ ميان نتائي چڏيو. جنهن تان ڪاوڙجي ڪانئس گورنري ڦري، نواب محمد خان جي حوالي ڪيائين.

ميان عبدالنبي جنگ ڪري افغاني لشڪر کي شڪست ڏني، پر مال غنيمت تي ايترو تہ هرس جي پيو جو دشمن جي سازش جي ڪيس سڌ ئي ڪانہ پئي. ڪجھ افغاني، مارجڻ جي ڊپ کان، سارين جي فصل ۾ لڪي پيا هئا، جا ميان جي پٽ محمد عارف ۽ ڪجھ ساٿين کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي مٿن گولين جي برسات شروع ڪري ڏني، جنهن سبب، محمد عارف فوت ٿي ويا. اهڙي طرح ڪلهوڙن جي کٽيل جنگ بہ هار ۾ تبديل ٿي وئي.

ان کان پوءِ ميان اهل و عيال ساڻ ڪري جوڌپور ڏانهن هليو ويو. سنڌ جي هن بدنصيب حاڪم، جيڪي پنهنجي عوام تي ظلم ڪيا هئا، تن جو هڪ هڪ ڪري ڪيس ڪيتو لوڙٽو پئي پيو، دردر جون ٺوڪرون سندس مقدر بڻجي ويون. مجبور مارونڙن جو امن ۽ سڪون ڦٽائيندڙ کي جوڌپور ۾ بہ آرام نصيب ڪونہ ٿيو. جتان ١٧٩٩ع ۾ بهاول پور ۾ رهائش اختيار ڪيائين، ڪجھ وقت کان پوءِ بهاولپور جي نواب سندس رحم جوڳي حالت ڏسي، ڪيس راجن پور جو علائقو جاگير طور ڏنو، مرڻ وارو هي بہ ڪونہ هو، تنهن ڪري راجن پور ۾ ڪجھ ڏينهن ترسڻ کان پوءِ ميان جي گهر تي آسماني آفت، 'وڄ' ڪري، جنهن ۾ سندس سڄو سامان سڙي رک بڻجي ويو، پر پوءِ بہ سندس دل ۾ وطن لاءِ حب ۽ ديس واسين لاءِ محبت پيدا نہ ٿي ۽ راجن پور ۾ ئي ١٢٢٠هہ- سن ١٨٠٥ع ۾ وفات ڪيائين ۽ کيس اتي ئي دفن ڪيو ويو.

# نائونمل ڀوڄواڻي

انگريزن، سنڌ تي قابض بنجڻ لاءِ جهڙي طرح، خيرپور مان مير علي مراد خان ۽ حيدرآباد مان، مير صوبدار خان کي پنهنجي دوستيءَ جي ڄار ۾ ڦاسائي ڇڏيو هو، اهڙي طرح ڪراچيءَ مان به انهن سيٺ نائونمل کي بطور ايجنٽ مقرر ڪيو هو.

سيٺ نائونمل ۱۸۰۴ع يا ۱۸۰۵ع ۾ ڪراچيءَ شهر ۾ جنم ورتو، سندس پيءُ جو نالو هوتچند هو ۽ ذات جو لوهاڻو هو، پر پنهنجي پڙڏاڏي جي نالي (سيٺ ڀوڄو مل) پنيان پاڻ کي ڀوڄواڻي سڏائيندو هو. سيٺ وڏو هوشيار، ضدي ۽ سرگرم ڪارڪن هو، جنهن پنهنجي مقصد ماڻڻ لاءِ ڏينهن، رات هڪ ڪري جاکوڙيو ۽ پنهنجي هڙئون وڙئون خرچ ڪري، انگريزن جي مدد ڪندو رهيو. سندس مقصد هو ته 'ڪيئن به ڪري پنهنجي پيءُ هوتچند سان، ميرن پاران ڪيل زيادتي جو ازالو ڪري.' جيڪو سيٺ، سنڌواسين جي گردن ۾ غلاميءَ جو طوق وجهي چڪايو.

ذاتي انتقام وٺڻ خاطر، سڄي قوم کي غلام بڻائڻ ڪيڏو نه شرمناڪ ڪم آهي، پر سيٺ نائونمل جيئن ته سماجي لحاظ سان به خانداني طور وڏو واپاري هو، تنهن ڪري ان بڇڙائيءَ تي سرخرو ۽ خوش ٿيندو هو، جنهن جو ذڪر پنهنجي يادگيرين ۾ وڏي فخر سان ڪيو آهي، سيٺ لکي ٿو ته:

"مان روز ڏهين بجي صبح جو ڇانوڻيءَ ۾ وڃي حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين حصن جي ماڻهن جي جذبات جي متعلق خبرون پهچائيندو هوس، جي مون کي مختلف ذريعن سان ملنديون هيون." (۱)

سيٺ جي، انگريزن جي سفير ڪرنل پاٽنجر سان پهرين ملاقات ۱۸۳۲ع ۾ ٿي، جنهن کان پوءِ سيٺ، انگريزن سان دوستي وڌائڻ لڳو ۽ هر وقت ۽ هر واٽ تي انگريزن جي مدد ڪندو رهيو.

---

(۱) يادگيريون، سيٺ نائونمل، ص۔ ۱۷۳

۱۸۳۸ع ۾ انگريزن شاھ شجاع کي تخت تي ويھارڻ لاءِ بمبئي مان پنھنجو فوجي دستو روانو ڪيو ھو، جنھن کي سنڌ مان گذرڻو ھو، پر مشڪل اھا ھئي تہ ايڏو سارو سفر سواءِ ڪاڌ خوراڪ ۽ سواريءَ جي ڪيئن طئي ڪري سگھبو، نيٺ انگريز سرڪار، پنھنجي ھمدرد ۽ ھڏڏوکيءَ سيٺ نائونمل تي اھو ڪم رکيو تہ ھو رستي جي ھر مشڪل ۾ ساٿ ڏئي، سيٺ انگريز دوستيءَ ۾ ھڪڙو ڏاڪو مٿي چڙھڻ لاءِ ان موقعي کي غنيمت سمجھي، ميرن جي ڀرپور مخالفت ڪرڻ جي باوجود، سيٺ گھڻو ڪجھ ھٿ ڪري ورتو، سواريءَ لاءِ پندرھن سئو اٺ ۽ ڪافي خوراڪ ڪٺي ڪري انگريزن کي ڏنائين. جنھنجو اعتراف ڪرنل پاٽنجر بہ ڪيو آھي تہ: "جنھن صورت ۾ اسان جي ڪاميابيءَ جو سڄو دارومدار تيز رفتاريءَ تي ھو، تنھن صورت ۾ تسليم ڪرڻو پوندو تہ نائونمل حڪومت جي خاصي خدمت ڪئي آھي." (۱)

اھڙي طرح سيٺ، انگريزن سان ڀلائي ڪرڻ جو موقعو ڪڏھن بہ ھٿن مان وڃڻ نہ ڏنو، ھو جيءَ کي جوکي ۾ وجھي بہ انگريزن جي مشڪل حال ڪندو رھيو ۽ انگريز بہ جڏھن ڪنھن موڙ تي منجھي پوندا ھئا تہ سيٺ جون خدمتون حاصل ڪندا ھئا ۽ سيٺ بہ ميرن کان بدلو وٺڻ خاطر، خوشيءَ خوشيءَ سان اھي سمورا ڪارناما سرانجام ڏيندو رھيو، بس انگريز عملدار ڪٿي منجھيو ناھي ۽ سيٺ اتي قدرت پاران پھچي مددگار ناھي بڻيو.

ٻيو ڀيرو ۱۸۴۰ع ۾ ٻيج جي فوج جو ھڪ حصو خشڪيءَ رستي ٻيلاريءَ کان شڪارپور وڃڻو ھو، جنھن لئہ ڪرنل آئوٽرام پھريان مير نورمحمد کي مدد ڪرڻ لاءِ خط لکيو ھو، پر مير صاحب، ان رستي کي مير شير محمد خان جي حد ٻڌائي، پنھنجي جان آجي ڪرائي ورتي. مير صاحب جو جواب ٻڌي، ڪرنل آئوٽرام وڏيڪ مايوسي ۽ سوچ ۾ پئجي ويو، تہ ھاڻي ڇا ڪجي؟ ڇو تہ مير شير محمد جي علائقي ۾ انگريزن جي فوج جو داخل ٿيڻ، سئون سڌو ٽڪر کائڻ جي برابر ھو، ان وقت مير شير محمد نئي ھڪڙو مير ھو، جيڪو انگريزن سان مقابلي ڪرڻ جي تيارين ۾ مصروف ھو ۽ ويتر جو ھاڻي ان جي علائقن مان فوج جو گذر

---

(۱) يادگيريون، سيٺ نائونمل، صہ ۲۴۵

پئي ٿيو ته جنگ جو انديشو نمايان پئي نظر آيو ۽ ڪرنل آئوٽرام نه ٿي چاهيو ته هن وقت ڪا جنگ ڇڙي پوي ۽ شڪست کائڻي پوي، تنهن ڪري ڪارنل آئوٽرام، سيٺ کي چيو ته: "تون منهنجي هيءَ مشڪل حل ڪري سگهين ٿو، تون بطور جاسوس جي، ميرپور وڃ، ۽ اتي جي حالتن کان واقفيت حاصل ڪري، ڪا راهه هموار ڪر!"

جيڪو پڻ سيٺ خوشي سان قبول ڪيو ۽ وڏي ڳالهه ته ان مهم جي خرچ پکي لاءِ، انگريز سرڪار اٺ هزار رپيا منظور ڪيا هئا، پر سيٺ نائونمل انڪار ڪندي چيو ته: "پئسن جي ڪمي مون کي سنڌ ۾ ڪڏهن به پيش نه ايندي، پر پوءِ به ڪرنل آئوٽرام مجبورن سيٺ کي ٻه هزار رپيا کڻايا، جيڪي ميرپور پهچي سيٺ فوج وسيلي واپس ڪيا ۽ سيٺ ميرپور ۾ مير شير محمد سان مليو، ان جي خيالن کان واقفيت حاصل ڪئي ۽ اوستائين اتي ترسيو رهيو، جيستائين فوجي دستو، مير شير محمد جي حد مان ٽپي ويو.

١٨٤٣ع جو زمانو هو، سنڌ آزاديءَ ۽ غلامي جي ٻه واٽي تي بيٺي هئي، انگريز عهدنامن جي پاليسيءَ کي ڇڏي سئون سڌو فوجي يلغار ڪرڻ لڳا هئا، مياڻيءَ جو ميدان متو هو، سچ سنڌين جي رت ۾ رنگجي لال ڳاڙهو ٿي ويو هو، لچ وندين جا ور وڙهندي قربان ٿي ويا هئا، معصومن، يتيمن جو روپ اختيار ڪيو هو، مائرون ڪونڌر پٽ کهائي بي وارث ٿجي ويون هيون، پر نائونمل انگريزن سان دوستي ملهائڻ ۾ پورو هو.

١٠- ٢- ١٨٤٣ع ۾ ڪراچيءَ جي پسگردائيءَ وارا سنڌي، انگريزن جي ڪراچيءَ واري ڇانوڻي تي حملي لاءِ اچي رهيا هئا. اها سڌ ڪنهن طريقي وائڙجي سيٺ نائونمل کي پئجي وئي، جنهن پنهنجي دوستيءَ جي سچائي ۽ وفاداري ثابت ڪرڻ لاءِ سورمن جي پهچڻ کان اڳ ئي اهو راز انگريزن تائين پهچائي ڇڏيو، جن تڪڙ ڪري سموري ڪراچي تي نئين سر گهيراءُ ڪري، گهرن جي تلاشي وٺڻ شروع ڪري ڏني ۽ ڪيترن ئي سنڌي مسلمانن کي گرفتار ڪري ورتو، جنهن سبب جوڪين، نومڙين ۽ ڪرمتين جو اهو جنگجو جٿو، ڪراچيءَ پهچي ئي نه سگهيو، نه رڳو ايترو، پر جڏهن انگريزن انهن سرويچن کي گرفتار ڪرڻ چاهيو، ته سيٺ صلاحن ۽ مشورن کان هڪ قدم اڳتي وڌي سنڌن ٻانهن ٻيلي ٿي بينو ۽

انگريز لشڪر سان گڏ، پاڻ ۽ پنهنجي ساٿين سميت جبل جهاڳڻ لڳو ۽ سمورو وقت انگريز لشڪر جي، جبل جي اڙانگن لڪن ۽ پيچرن کان رهنمائي ڪندو رهيو، پر جڏهن ناڪامي سندن مقدر بڻجي وئي، ته انگريزن کان وڌيڪ افسوس ۽ ڏک سيٺ کي ٿيو، ڇو ته اها سموري ڪوشش اجائي وئي ۽ سيٺ انگريز سرڪار پاران داد ملڻ بجاءِ رنجش جو شڪار بڻجي ويو.

پر نائونمل همت نه هاري ۽ ان ڪٺي ڪم کي سرانجام ڪرڻ ۾ وٽي وجهڻ نه ڏنائين. ڏينهن رات اٽڪلون سوچيندو رهيو. هوڏانهن ڪرمتين، نومڙين ۽ جوکين بغاوت کي تيز ڪري ڇڏيو. حملي پٺيان حملا ڪندا رهيا، جن مان ڪئپٽن پريڊيءَ ۽ ڪرنل ٽائلو کي شديد خطرو ٿيڻ لڳو، انهن کان ڇوٽڪارو ماڻڻ لاءِ سيٺ سان صلاحون ڪرڻ لڳا، نيٺ هن عقل جي اندي، هڪ سٺ سٽي ورتي، جنهن جي خرچ پکي ونڻ کان سواءِ بندوبست ڪري ڇڏيو، سيٺ مٿين قبيلن کي زير ڪرڻ لاءِ چند قوم جي سردار، صاحب خان، شاه بلاول واري کي پنهنجي ماڻهن سميت گهرائڻ لاءِ قاصد کي خط ڏيئي روانو ڪيو، سيٺ خط ۾ لکيو ته: ”جيڪڏهن توکي مٽي ۾ ميٺ هجي ته ڏوئڻ لاءِ نه ترس.“ هي مؤمن به بنا دير اچي سيٺ وسيلي انگريزن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، جنهن کان پوءِ ڪرمتي جوکيا ۽ نومڙيا بي ڇسا ۽ هيٺا ٿي پيا.

مياڻي جي جنگ کان پوءِ سموري سنڌ ۾ انتشار ڦهليل هو، خط و ڪتابت نه ٿيڻ ڪري حيدرآباد جي انگريزن جي ڇانوٽيءَ ۽ ڪراچيءَ جي ڇانوٽي جو واسطو ٽٽي پيو، سر چارلس بابت ڪراچيءَ ڇانوٽي وارن کي ڪوبه پتو خرو نه ٿي پيو، ته آخر نيپئر ۽ سندس فوج هن وقت ڪهڙي ڪرت ۾ رڌل آهن. ڪرنل بائلوءَ جي دل ۾ مٽل ان مانداڻ کي ٽارڻ لاءِ، وري به سيٺ نائونمل، پنهنجون خدمتون پيش ڪيون ۽ پنهنجي نوڪر کي تيز رفتار اٺ تي سوار ڪري حيدرآباد روانو ڪيو ۽ وڏي سياٽپ سان ان قاصد جي جتيءَ ۾ خط بند ڪري سر چارلس نيپئر ڏانهن موڪليو، جيڪو وري نيپئر کان جوابي خط وٺي واپس وريو، جڏهن نيپئر جو خط ڪرنل بائلوءَ پڙهيو، تڏهن وڃي سندس هورا خورا لٿس، ۽ سيٺ جون مهربانيون مڃيائين.

ان ڪان سواءِ سيٺ سنڌ ڪان ٻاهر به انگريزن جي مدد ڪندو رهيو. ڪڇ ۾ سندس ملاقات ”ڪئپٽن واٽ“ سان ٿي، جنهن سيٺ کي ٽن سؤ گهوڙن جي اڌاري رقم گهري، ڇو ته ڪئپٽن کي بمبئي سرڪار ٽن سؤ گهوڙن ۽ سوارن جي سندس لشڪر ۾ واڌاري جي اجازت ڏني هئي، ۽ ڀڄ يا مانڊويءَ ۾ ڪوبه اهڙو شاهوڪار نه ٿي سجهيو، جيڪو ايڏي ساري رقم هڪ وقت اڌاري ڏئي سگهي.

سو جڏهن پنهنجي هن پراڻي خدمتگار سان مليو ته هڪدم ڪٺي سيٺ کي مدد ڪرڻ جو چيائين ۽ سيٺ ڪڇ جي راجا راءُ ڏيسر کان اڍائي لک ڪوڙيون (ڪڇ جو سڪو) اڌارو ورتي، ڪئپٽن جي گهرج پوري ڪئي، ۽ اُٺن ڏينهن ۾ سيٺ اها رقم سنڌ مان گهرائي راءُ ڏيسر کي واپس ڪئي.

اهڙي طرح ڪرنل جيمس آئوٽرام، قلات کان بمبئي سرڪار ڏانهن پئي ويو ته رحيم خان مينگل، سندس پيڇو ڪيو، جيمس آئوٽرام، جڏهن محسوس ڪيو ته سندس تعاقب ٿي رهيو آهي، ته هو تڪڙو تڪڙو، سوڻ مياڻي پهتو، جتي سيٺ جي گماشتن کي ڳولهي لڌائين، ۽ سموري ڪٿا ٻڌائيندي، ٻيڙي پاڙي ڪرڻ لاءِ چيائين. جن جلد ۾ ٻيڙي گهرائي ڪرنل کي ڪراچيءَ لاءِ روانو ڪيو ۽ اهڙي طرح ڪرنل کي رحيم خان مينگل کان سيٺ جي نوڪرن بچائي ورتو.

ايڏين سارين همدردين، مهربانين ۽ ڏينهن رات، رت ولوڙڻ کان پوءِ به جيڪڏهن سيٺ کان معمولي غلطي ٿيندي هئي ته انگريز عملدار، سيٺ کي ڌمڪائيندا ۽ بي عزتو ڪندا هئا ۽ نائونمل کي پنهنجي ساري ڪيل محنت، جاکوڙ ۽ ڪئي ڪمائي، بيڪار ۽ رائگان نظر ايندي هئي. هيٺ ڪجھ اهڙن ئي واقعن جو سرسري جائزو پيش ڪجي ٿو، جنهن مان بخوبي اندازو ٿي ويندو ته سيٺ لاءِ انگريز سرڪار جي روش ڪهڙي بيجا هئي.

سيٺ نائونمل جي ايترين بي لوث خدمتن ۽ همدردين جي موٽ سر چارلس نيپئر، اهڙي ئي ڏني، جهڙي طرح سيٺ نائونمل جيجل سنڌ جي گود ۾ جنم وٺڻ جو سلو، سنڌڙيءَ کي ڏنو. نيپئر جيئن ئي سنڌ تي قبضو ڪيو ته سيٺ کي وقت بوقت ستائيندو رهندو هو، نيٺ هڪ ڏينهن نيپئر، ڪئپٽن پريڊيءَ ڏي خط لکيو ته: ”جي مان گورنر آهيان ته

ايندڙ ٻن مهينن جي اندر نائونمل کي جيل ۾ اماڻيندس.“ (۱)

چوندا آهن ته جهڙي ڪرٽي تهڙي پرٽي، سو نائونمل به سر چارلس نيپئر هٿان، پنهنجن ڪيل ڪڌن ڪمن جا ڪيتا لوڙڻ شروع ڪيا. هونءَ به پنهنجي وطن واسين جي پر چڙدي، جڏهن به ڪو بي وطنين جي پر ڪڻندو آهي ته اهو ڪنهن نه ڪنهن موڙ تي ضرور خوار ۽ خراب ٿيندو آهي، پوءِ اهو نائونمل جهڙو ڏارين جو هڏڏوڪي ۽ سرگرم ڪارڪن هجي، يا مير علي مراد خان ٽالپر، جهڙو ڏارين جو سچو پچو يار...!

سر چارلس نيپئر، رڳو چيو ڪونه، پر ڪري به ڏيکاريائين. ۱۸۴۷ع ۾ سيٺ تي سرڪاري خزاني ۾ گهوٻين هڻڻ جو الزام مڙهيو ويو، ۽ سيٺ کي ڏوهي جي حيثيت سان عدالت ۾ حاضر ٿيڻ جو حڪم موڪليو ويو، ان عدالت جي ڪرسيءَ تي بطور مصنف جي ’ڪئپٽن ينگ‘ ۽ ٻيا انگريز هئا. سيٺ جي بيشمار ۽ اڻ ڳڻ قربانين کي ايتري قدر به مدِنظر نه رکيو ويو، جو سيٺ کي وهڻ لاءِ ڪرسي ڏني ويجي ها، پر عدالت ۾ سيٺ نائونمل کي هيٺ ويهڻ جو حڪم ڪيو ويو، ڪيس هليو، گهوٻين هڻڻ جو الزام ثابت نه ٿي سگهيو. پر سيٺ پنهنجي قربانين جو وڏي واڪي ذڪر ڪندو رهيو ۽ ائين ٿي ٻن ڏينهن کان پوءِ باعزت طور نائونمل کي آزاد ڪيو ويو.

نائونمل جو ڀاڳ تڏهن وريو، جڏهن سنڌ جو ڪمشنر فريئر (سر بارٽل فريئر) مقرر ٿيو. فريئر، سيٺ جي زخمن تي پها رکيا ۽ ڪوشش ڪري سئو رپيا پينشن کي وڌائي ٽن پيڙهين تائين ماهوار ٻه سئو رپيا پينشن سان گڏ ”دري ديري“ جي جاگرير به دائمي طور منظور ڪرائي ۽ اڳتي هلي ”ستاره هند“، ’موسٽ ايگزالٽيڊ آرڊر آف دي ستار آف انڊيا‘ (سي- ايس- آءِ) جي خطاب سان سرفراز ڪرايو ۽ اهڙي طرح انگريزن جو هي چاڙتو ۱٦- ۹- ۱۸۷۸ع ۾ وفات ڪري ويو.

---

(۱) ساڳيو، صہ- ۱۹۳

# مير علي مراد خان ٽالپر

چريا ۽ ڪريا هر قوم ۾ جنم وٺندا آهن، پر جيجل سنڌ جي جهول ۾ چرين ڪان وڌيڪ ڪرين جو انگ نمايان آهي. هڪڙا بي خبريءَ ۽ اڻڄاڻائيءَ ۾ غلط ڪارناما سرانجام ڏيندا آهن ۽ ٻيا وري ڄاڻي واڻي محض لقبن ماڻڻ خاطر غداري ڪندا آهن.

ڌاريو سامراج جڏهن ڪنهن قوم تي هلان ڪري ايندو آهي ته پهريان ان مفتوح قوم ۾ پنهنجون پاڙون مضبوط ڪرڻ لاءِ ان قوم مان دلال چونڊي وٺندو آهي ۽ انهن وطن فروشن کي پنهنجي ڌرتي نيلام ڪرڻ جي عيوض، عارضي طور 'سر' ۽ 'خان بهادر' جهڙن لقبن سان نوازيندو آهي، پوءِ "ڪم نڪتو ۽ ڊڪڻ وسريو"، جيان جڏهن ڌاريو سامراج آزاد ملڪ کي پنهنجي واڳونءَ جيڏي وات ۾ ڦٻائي وٺندو آهي ته انهن ڌرتيءَ فروشن ۽ ماءُ ويڪائو پٽن کي پنهنجي لانگ بوٽن سان نرڙيءَ تي لت ڏيئي، پورو ڪري ڇڏيندو آهي.

سنڌ جي تاريخ ۾ به اسان کي بي انداز ڌارين جا دلال ۽ سنڌڙيءَ جي سينڌ کي ڇيهو رسائيندڙ نظر اچن ٿا. جن سمورو وقت غيرن جا بوٽ صفا ڪرڻ ۾ ڪتب پئي آندو آهي، اهڙن ڪڙم جي ويرين مان مير علي مراد ٽالپر به هڪ هو، هي همراه انگريز دوستيءَ ۾ اهڙو ته بي لڄو بڻجي ويو هو، جو جڏهن انگريزن، حيدرآباد جي قلعي ۾ گهري، سندس ئي رشتيدار ميرن جي عورتن جي هٿن، ڪنن ۽ پيرن مان زيور پئي لاٿا ته به مير صاحب واڇون ٽيڙيون انگريز دوستيءَ جا دم پئي ڀريا، منشي عطا محمد شڪارپوريءَ واقعي سچ لکيو آهي ته:

"مير علي مراد خان جي غداري ۾ سندس خانداني جهيڙن ۽ نااتفاقيءَ جو وڏو هٿ آهي، جنهن جو بدلو مير صاحب سمورن سنڌ واسين کي غلام بڻائي چڪايو ۽ وري ان خانداني اڻ بڻت ۾ سندس ٽين نمبر ڀاءُ مير مبارڪ علي خان جي سازش جو دخل آهي، جنهن اوياريون لهواريون

ڀڃائي، مير رستم علي خان ۽ سندس وچ ۾ نفرت جي ديوار ڪڙي ڪري ڇڏي، ڇو ته مير سهراب علي خان جڏهن ٨٩ سالن جي عمر ۾ پير پاتو ته حڪومت جون واڳون پنهنجي پٽن جي حوالي ڪيون ۽ پاڻ ڪوٽ ڏيجيءَ جي قلعي ۾ گوشه نشيني اختيار ڪئي، جتي مير سهراب خان هڪ وصيت نامو لکيو، جنهن ۾ مير صاحب لکيو ته: "منهنجي وفات کان پوءِ، منهنجي پڳ ۽ تخت جو وارث منهنجو وڏو پٽ مير رستم علي خان آهي، جنهن کان پوءِ مبارڪ خان ۽ ان کان پوءِ منهنجي ٻي گهرواري مان وڏي پٽ مير علي مراد خان خيرپور رياست جو والي ٿيندو، ۽ ملڪيت جي وارثت ٻه سهٽي نموني ڪئي هئي ته پڳدار پٽ کي ٻه حصا، ٽيون حصو مير مبارڪ خان کي ۽ چوٿون حصو مير علي مراد جو آهي.

مير سهراب خان جي ان وصيت نامي لکڻ مان مراد هئي ته جيئن منهنجي وفات کان پوءِ منهنجي پٽن ۾ پڳ ۽ ملڪيت تان جهيڙو ۽ فساد برپا نه ٿئي، پر ٿيو اهوئي جنهنجو مير سهراب کي خطرو ۽ انديشو هو، يعني هن جي وفات (١٨٣٠ع) کان پوءِ سندس پٽن ۾ فساد شروع ٿي ويا، مير مبارڪ علي خان جيڪو وڏو هوشيار ۽ چالاڪ هو، تنهن مير علي مراد کي اوٻاريون لهواريون ڀڃائي پنهنجي مٺ ۾ قابو ڪري ڇڏيو ۽ مير رستم علي خان جي برخلاف ڀڙڪائيندو رهيو ۽ مير علي مراد خان جي خرچ تي بلوچن جو لشڪر ڪٺو ڪندو رهيو.

اهي خبرون چارون، مير رستم علي خان کي ٻه پئي پيون، جنهن ان اجائي ويڙهاند کان پاسو پئي ڪيو ۽ وچ ۾ برپا ڪيل نفرت جي باهه کي ٿارڻ جون ڪوششون پئي ڪيون، پر دلين ۾ جيڪا نفرت گهر ڪري چڪي هئي، سا ختم ٿيڻ بجاءِ وڌي ٿي وڌندي، نتيجو اهو نڪتو ته مير رستم علي خان، اهل و عيال ساڻ ڪيون، دربدر خاڪ بسر لڳو، رڻ پٽ ۾ رلندو رهيو، ۽ وري مير علي مراد، انگريزن جو پڇ لڙڪائو بڻجي ويو.

انگريزن جي شروعات کان ئي اها پاليسي هئي ته "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو." سو جڏهن انهن کي ميرن جي هن گهرو لڙائيءَ جي سڌ پئي ته انهن پهريان ٻنهي ميرن کي پنهنجي پنهنجي منهن مدد ڪرڻ جو يقين ڏياريو، پر اڳتي هلي جڏهن انگريزن ڏٺو ته اسان جي اڇليل ڄار ۾، مير رستم علي خان جو ڦاسڻ مشڪل آهي، تنهن ڪري انهن مير علي

مراد خان کي پنهنجي چنبي ۾ ڪرڻ جي ڪوشش کي تيز ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي دوستيءَ، وفاداري، ۽ هر مشڪل وقت ۾ ڀرپور ساٿ ڏيڻ جو يقين ڏياريو، مير علي مراد خان به، پاڻ کان وير ونڻ خاطر، ڏينهون ڏينهن ويو ٿي انهن جو سچو پڇو يار ٿيندو.

اهڙي طرح مير صاحب، خيرپور رياست جي والي بڻجڻ واري خواب کي، عملي جامو پهرائڻ لاءِ، انگريزن کي سهٽين صلاحن سان نوازيندو رهيو ۽ حالتن کان واقف ڪندو رهيو ۽ انگريز خلاف جتي به ڪا ٻڙڪ ٻڌندو هو، ته اها جهٽ وڃي انگريزن کي ٻڌائيندو هو. جنهن جي موٽ ۾ انگريز سرڪار سندس مٿان نوازشن جي بارش وسائيندي هئي ۽ هي انهن ٺلهن دلاسن ۾ خوش ٿي هنبوشيون هڻڻ لڳندو هو.

مير رستم علي خان ۽ مير علي مراد خان جي وچ ۾ جيئن ته اهو سمورو ممڻ خيرپور رياست جي چڱ مڙسيءَ تان متو هو، تنهن ڪري مير رستم علي حالتن جي تقاضا کي سامهون رکندي، مير علي مراد خان جي حق ۾ مسند تان رضا خوشيءَ سان، تاريخ ١٧- ١٢- ١٢٥٨ھ ۾ قرآن شريف جي پهرين ورق تي عهدنامو لکي، هٿ کنيو ۽ ان وقت موجود سمورن ميرن، مير علي مراد خان تي زور رکيو ته "انگريزن جي طرف داري ڇڏي، اسان سان گڏجي پئو، جيئن انگريزن کي جيجل سنڌ مان تڙي ڪڍون."

پر هن اندر جي ابليس اهي سمورا راز سرچارلس نيپئر کي وڃي ٻڌايا، جنهن انهن خدمتن جي عيوض کيس ڪافي نوازيو ۽ اڳيان به خبرون چارون لهڻ لاءِ مير صاحب کي مقرر ڪيو ۽ اهڙي طرح انگريز ويا وڻ ويڙهي جيان، سنڌ کي وڪوڙيندا. تازؤ نوائي معارڪ جو مصنف لکي ٿو ته: "انگريزن جي فوج ايتري قدر ٿوري هئي، جو جيڪڏهن ٽالپر پنهنجي لشڪر کي ٿورڙي وقت لاءِ اجازت ڏين ها ته انگريز لشڪر کي مات ڏئي ڇڏين ها، پر مير علي مراد خان جي ڪري هٿيار ڦٽا ڪيون هڪ ٻئي جي منهن ڏي ڏسندا رهيا ۽ ڪجهه به نه ٿي ڪيائون."

جتي وري سنڌ ماتا جا ٿيج ملهائڻ لاءِ سرويچ پٽ، سر سان ڪفن ٻڌي "مرويسون مرويسون پر سنڌ نه ڏيسون." جا نعرا هڻي، انگريزن سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ گڏ ٿي ٿيا، ته اتي هن نڪ وڍئي پنهنجي سياسي

چالاڪين ۽ پنهنجي اثر رسوخ کي استعمال ڪري، يا اجا بہ وڌيڪ ڪيترن ئي، جنگجوئن کي اهم عهدن ڏيڻ جي لالچ ڏيئي، ان گڏ ٽيل مجاهدن جي لشڪر ۾ اختلاف وجهي، ٽڪرن ٽڪرن ۽ ننڍڙن ننڍڙن جٿن ۾ ورهائي ٽي ڇڏيائين ۽ وري ڪن کي پنهنجي طرف ڪري ٽي ڇڏيائين.

مير شير محمد (وفات: ۲۴-۸-۱۸۷۱ع) جڏهن دبي جي ميدان ۾ بلوچن جو پرجوش لشڪر گڏ ڪري پهتو تہ مير علي مراد خان، مير شير محمد خان جي ڏاڏي، مير احمد ۽ سندس ڪيترن ئي ساٿين کي، پاڻ وٽ ملازم رکڻ جي لالچ ڏيئي، مير شير محمد خان کان، جدا ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري انگريز سولائيءَ سان ٽالپرن جي لشڪر تي فتح ياب ٿيا، جنهن جي عيوض مير علي مراد خان، خيرپور رياست جو والي بڻبو ۽ اهو سمورو علائقو کيس بطور جاگير مليو، جيڪو مير رستم علي خان، قرآن شريف تي عهدنامو ڪري لکي ڏنو هو.

ان ڪان سواءِ لاڙڪاڻي ۾ ولي محمد چانديو، انگريزن خلاف محاذآرائي ۾ رڌل هو، ولي محمد خان وٽ ڀارنهن هزارن جو لشڪو هو، جيڪو انگريز سرڪار لاءِ چئلينج بڻيل هو، تنهن کي مير علي مراد خان ڪافي لالچايو، پر ولي محمد خان پنهنجي ارادي تي اٽل رهيو، تنهن کي چالاڪيءَ سان گرفتار ڪري، سرچارلس نيپئر ڏانهن حيدرآباد وٺي ويو، ان ڪان سواءِ ٻين ڪيترن ئي مجاهدن سان پنهنجي سر جنگيون ڪري ڪيترن کي شهيد ڪري ۽ ڪن کي گرفتار ڪري انگريزن جي دوستيءَ جو دم ڀريندو رهيو ۽ هر مصيبت جي وقت انگريزن لاءِ راهہ نجات بڻيو رهيو.

نيٺ هڪ ڏينهن اهو بہ آيو، جو مير صاحب بہ انگريزن جو شڪار بڻجي ويو ۽ مير صاحب سان انگريزن اهو ڪجهہ ڪيو، جيڪو ڌاريو سامراج، ڏيهي دلال سان ڪندو آهي ۽ جڏهن مير علي مراد خان، انگريزن جي وڪڙ ۾ ڦاٿو، تہ انگريزن مير علي مراد خان مان، بہ ڪسر ڪانہ ڇڏي، مير صاحب تي ان غداريءَ عيوض جيڪا مهرباني ڪئي هئي، سا هئي مير رستم علي خان، جيڪي قرآن شريف تي عهدنامو ڪري اڳ ئي علائقا لکي ڏنا هئا. تن جي سندس وارثي انگريزن بہ منظور ڪئي هئي، پر

اڳتي هلي، شيخ علي حسن، جيڪو مير علي مراد خان جو وزير هو، ان ۾ ۽ مير صاحب ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا، جنهن جي ڪري مير علي مراد خان، شيخ علي حسن کي پنهنجي ملازمت مان ڪڍي ڇڏيو، جنهن انگريزن وٽ وڃي مير صاحب جي خلاف سازشي بيان ڏنو ته: "مير صاحب اوهان سان ٺڳي ڪئي آهي، ان مير رستم سان ٿيل قرآن شريف تي معاهدي وارو ورق ڦاڙي ان جي جاءِ تي ٻيو صفحو لڪرايو آهي، جنهن ۾ وڏيڪ علائقا ڄاڻايل آهن." انگلش سرڪار ان الزام جي تحقيقي ڪرڻ لاءِ هڪ ته رڪني ڪاميٽي جوڙي.

مير علي مراد خان ان ڪوڙي الزام خلاف، گهڻي ئي هاءِ گهوڙا ڪئي، پر ان ڪميٽيءَ هڪ به نه ٻڌس، ڇو ته شيخ علي حسن الزام ثابت ڪرڻ لاءِ ٽي شاهد به پيش ڪيا، جن ۾ سيد علي گوهر شاهه راشدي، منشي ذوقيرام ۽ منشي تونر مل شامل هئا. نيٺ سال ڪان پوءِ مير صاحب کي ڏوهي قرار ڏنو ويو ۽ سزا طور ڪافي علائقا مير کان کسيا ويا ۽ رياست جي عهدي تان به ٽڏيو ويو. مير علي مراد خان ان ناجائزيءَ خلاف لندن ۾ اپيل داخل ڪئي ۽ پاڻ به ١٨٥٦ع ۾ لندن وڃي، درخواست جي پيروي ڪرڻ لڳو.

ڪالهه تائين مير صاحب انگريزن جو وفادار، همدرد ۽ پرخلوص، ساٿي هو، پر اڄ اهوئي انگريزن وٽ ٺڳ ۽ دغاباز سڏيو ويو.

مير علي مراد خان اڃا لندن ۾ ئي ترسيل هو، ته هندستان ۾ انگريزن خلاف ١٨٥٧ع ۾ پهرين جنگ آزادي شروع ٿي، ايسٽ انديا ڪمپني جي چوڻ تي مير علي مراد خان پنهنجي پٽ شاهنواز خان ڏي خط لکيو ته، "انگريزن جي ڀرپور مدد ڪندو رهه."

جنهن جي موٽ ۾ مير صاحب کي ١٨٩١ع ۾ حڪومت برطانيا "نائٽ گراند ڪراس آف دي اندس امپائر" (جي- سي- آئي) جو لقب ڏنو ۽ سندس سمورو ضبط ڪيل علائقو به واپس ڪيو.

اهڙي طرح مير علي مراد خان ٢٥- ٩- ١٣١١هه ۽ عيسوي سان مطابق ٤- ١٨٩٤ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس لاش ڪربلا معلٰي موڪليو ويو. اهي هئا، مير علي مراد خان ٽالپر جا ڪارناما، جيڪي اڄ به تاريخ جي صفحن ۾ سندس ڦٽ لعنت لاءِ موجود آهن.

# خانبهادر محمد ايوب کهڙو

سنڌڙي تنهنجو نانءُ رتو،
جڻ ڪاريهر تي پير پيو.

انگريزن جيئن ئي برصغير ۾ پير پاتو ته انهن ”ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو“ جي پاليسيءَ تي عمل ڪرڻ شروع ڪيو. سنڌ جي ڌرتي خون خرابي کان پري، جنگ جدل کان بيزار، سموري دنيا ۾ امن ۽ ڀائيچاري جي پيغامبر سڏبي هئي، هت غريب خواهه امير، شاهه توڙي گدا، هندو يا مسلمان، ڏک، سک ۾ گڏ رهندا هئا. سا به انگريزن جي چار مان بچي ڪونه سگهي، امن، پيار ۽ ڀائيچاري جي وستيءَ ۾ به آخر نفرت، ساڙ ۽ ڪيني اچي واسو ڪيو.

برٽش سرڪار پنهنجي حڪومت کي مضبوط رکڻ لاءِ گهر گهر ۾ نفرت جي باهه برپا ڪري ڇڏي. شروع ۾ به انگريزن کي هندن مان نائونمل ۽ مسلمانن مان مير علي مراد ۽ مير صوبدار جهڙا وطن فروش مليا هئا. جن جي سهڪار ۽ همدرديءَ سان سنڌ جي آزاديءَ کي اڪ جي ماکي سمجهي، اک ڇنڀ ۾ پنهنجي بازن ۾ جهٽي ورتو هو، ان کان پوءِ به جڏهن ڪين خطرو محسوس ٿيندو هو ته جهٽ ۾ هندن خواهه مسلمانن مان اهڙا ڪڙم جا ويري هٿ ڪري وٺندا هئا. جن کي وڏيون وڏيون جاگيرون، لقب ۽ خطاب ڏيئي پنهنجو ڪم ڪڍي وٺندا هئا.

سنڌ جي وڏيرڪي طبقي جي حالتن جا عڪس چٽيندي حسام الدين راشدي لکي ٿو ته: ”ڪليڪٽر ۽ ڪماني کي ڪنهن چندي چوري جي ضرورت پوندي هئي، ته هڪ اک جي اشاري تي ۽ هڪ معمولي پيغام تي، وائسران جا منهن کلي پوندا هئا. جنگ ٿيندي ته برٽش سرڪار جي قدمن تي هزارن جا هزار وجهي ڇڏيندا. حاڪم شڪار لاءِ اچي منزلون ڪندا ته ڪوٽوار کان وٺي صاحب جي بٽلر ۽ ميم صاحب جي آيائن

تائين نوٽن جا نوٽ وهائي ڇڏيندا، خطابن خاطر هنن الائي ڇا جو ڇا ڪري ڇڏيو، عزت نفس جي پاس خاطر تہ ڪانہ ڪيائون، الٽو هنن پنهنجي آمدني ڪان بہ اڳتي ٽيپي هڪ ٻئي تي چڙهتون ڪيون، چندا ڏنا ۽ ذاتي خوديءَ خواهہ قومي خودداريءَ ڪي سرڪار سڳوريءَ جي راهہ ۾ رند تي وجائي ڇڏيائون."(١)

اهڙن بي وڙن ۽ لقبن جي طالبن مان خان بهادر محمد ايوب کهڙو بہ هڪ هو. وڏيري ميان شاهہ محمد خان کي چار پٽ هئا، جن مان وڏو محمد ايوب کهڙو ١٩٠١ع ۾ لاڙڪاڻي تعلقي جي ڳوٺ عاقل ۾ ڄائو، هن مئٽرڪ سنڌ مدرسہ ڪراچي مان پاس ڪئي. جنهن ڪان پوءِ پڙهائي کي ڇڏي، زمينداري جو ڌنڌو شروع ڪيو، ١٩٣٣ع ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر چونڊجي ويو، اهڙي طرح هن سياست جي ميدان ۾ پهريون قدم رکيو ۽ هلندي هلندي سنڌ جي وزير اعليٰ جي ڪرسي هٿ ڪيائين.

کهڙو شروع ڪان وٺي فرقي پرست سياست سان لاڳو رهيو، مذهب جي آڙ ۾ هن اهي ڪارناما سرانجام ڏنا، جن جو ڪيتو اڄ سوڌو سنڌ واسي لوڙي رهيا آهن ۽ خبر ناهي تہ اڃان ڪيستائين انهن وطن واسين سان ٽيل ناجائز ظلم جي سزا ڀوڳڻي پوي، جتي جتي کهڙي جو وس ۽ پهچ پڄندي هئي، اتي وس پڄي گهٽ ڪانہ ڪندو هو.

لاڙڪاڻي جا هندو مسلم فساد (مارچ ١٩٢٧ع) هجن يا سکر ۾ مسجد منزل گاهہ وارو واقعو هجي، هن امن امان ۽ ڀائيچاري جي فضا پيدا ڪرڻ بجاءِ اڃا بہ چوچڙي ڏيڻ جو ڪم سرانجام ڏنو. ڪيترائي بي گناهہ انسان ڪهائي ڇڏيائين، ڌرتي ڄاون جي وچ ۾ ايترو تہ خون خرابو ڪرايائين جو آخرڪار، هندن کي پنهنجي جنم ڀوميءَ تان جلاوطن ٿيڻو پيو، ۽ هميشہ هميشہ لاءِ سنڌ کي الله نگهبان چئي هندستان ڏانهن لڏپلاڻ ڪرڻي پئي.

کهڙي جي اهڙن ڪارنامن جي، ان دور جي سموري تاريخ شاهدي ڏئي ٿي، علي محمد راشدي لکي ٿو تہ: "چنانچہ لاڙڪاڻي ڪان پوءِ سکر جي مسلمانن جو آهون ۽ دانهون ٻڌي کهڙي صاحب اوڏانهن بہ رخ رکيو،

---

(١) هو ڏوٽي هو ڏينهن، حسام الدين راشدي، ص-١٢

مئي ١٩٢٩ع ۾ مون کي "سنڌ زميندار" اخبار جو ايڊيٽر مقرر ڪري سکر موڪليائين، ته آءٌ اخبار جي وسيلي مسلمانن جي مدد ڪندو رهان، پاڻ به سکر اچي ضلعي جي مسلمانن جي هڪ ڪاميٽي ناهيائين، جنهن جو مقصد هيءُ مقرر ٿيو ته مسلمانن جي امداد ڪري، سنڌن پاران پروپيگنڊا هلائي، مقدمن ۾ ڦاٿل مسلمانن جي قانوني مدد ڪري ۽ چندو گڏ ڪري مصيبت زده گهراڻن کي فوري سهائتا پهچائي."(١)

علي محمد راشدي، (وفات: ١۴ مارچ ١٩٨٧ع) کهڙي جو نه رڳو سيڪريٽري هو، پر کهڙي جي ڪيل ڏوهن ۾ برابر جو شريڪ به هو، تنهن ڪري راشدي صاحب پنهنجي هڪ لمبي چوڙي مضمون ۾ ڪيس ڪعبي جي غلافن کان به وڌيڪ پاڪ ۽ پوتر بڻائي پيش ڪيو اهي، پر حقيقت ۽ سچ کي ڪيڏو به ڪٽي لڪائڻ جي ڪوشش ڪجي، اهو مورڳو ڪنهن کان به لڪڻو ناهي، بلڪل اهڙي طرح مٿين حوالي مان سڌ پوي ٿي ته، ڇا لاڙڪاڻي ۾ ٿيل فسادن وقت، ضلعي ۾ ٻيو ڪو عالم ۽ فاضل موجود ڪونه هو، جو هندن جي برپا ڪيل فسادن خلاف آواز اٿاري ها...! يا عالمن ۾ کهڙي جهڙو مرد مجاهد ڪونه هو جو مسلمانن جون دانهون ٻڌي آواز اٿاري ها...؟؟ ان کان پوءِ سکر ۾ به ڪا اهڙي مذهبي جماعت ڪونه هئي، جيڪا اتان جي هندن سان مقابلو ڪري سگهي ها!! جو کهڙي وچي اتان جي مسلمانن سان انصاف ڪيو ۽ سنڌ زميندار اخبار وسيلي مسلمانن ۾ شعور پيدا ڪيو.

اهڙي طرح برٽش سرڪار جي پاليل هن جاگيردار، خانبهادر ۽ سي- آءِ- اي جي لقبن سان نوازيل، مسلمانن جو ٺيڪو کڻي سنڌ ڌرتيءَ تي انتشار ڦهلائيندو رهيو، ان جي برعڪس هندن سنڌ لاءِ ڇا ڇا نه ڪيو. ان لاءِ حسام الدين راشدي لکي ٿو ته:

"اسان جي انهن سردارن ۽ جاگيردارن جي مقابلي ۾ هندو هم قوم جي سربراهن خواهه شاهوڪارن، پنهنجي ڪمائي کي هميشه قومي ورثو ۽ اٿاثو سمجهيو، امانت ۽ آڌوڻو سمجهيو، هنن پنهنجي تعليم لاءِ اسڪول، ڪاليج ۽ بورڊنگ تعمير ڪيا، عام خلق خداءِ جي فائدي ۽ بهبوديءَ لاءِ اسپتالون ٺهرايون ۽ سينيٽوريم قائم ڪيا، يتيم گهر، هنري اسڪول ۽

---

(١) اهي ڏينهن اهي شينهن، جلد ٻيو، پير علي محمد راشدي، ص- ٣٦٨.

بيوه خانا جوڙايا، عام خلق جي آرام ۽ آسائش لاءِ پارڪ، باغ ۽ تفريح خانا تعمير ڪيا، حتاڪ باغن ۾ بينچون به هنن ئي خريد ڪري وڌيون، تاڪ هندو- مسلمان يل اچي پهر پاچو، ساهي پٽي سگهن تي، جانورن جي پاڻي پيئڻ لاءِ هوديون به، جاءِ بجاءِ هنن جي خيراتي فنڊن مان ٺهيون، جن مان هميشه مسلمانن جي ئي ڳڻهن ۽ گهوڙن پاڻي پيتو.

اهڙي طرح نه ڇڙو اهي قومي ۽ انساني ڪارج هنن جي هٿان سڌ ٿيا، بلڪ سچ ۽ ڪوڙ ۾ جيڪڏهن تميز ڪبي، دوڌ ۽ دانڌل کي ڇڏي ڏبو، ته معلوم اهو ئي ٿيندو ته حقيقت ۾ سنڌ کي هندن اڏيو، ملڪ کي انهن سينگاريو ۽ سنواريو، اهي سکر ۽ بکر، ڪراچيون ۽ حيدرآباديون هنن ئي جوڙيون. برادران اسلام ته ڇڙو هندن جي ملڪ بدر ٿيڻ بعد، سران ڪڍي وڪيون، بنيادن کي کوٽي نيڪال ڪيو، ڇتيون ۽ پٽيون ڊاٿيون، شهتير ۽ پٽيون، در ۽ دريون بازار ۾ آنديون.“(١)

مٿي حوالي مان اها پرک ۽ پروڙ پئجي ٿي وڃي، ته ان دور ۾ قوم خواهه انسانيت جي ڀلي لاءِ هندن پئي پتوڙيو، ذهني، جاني ۽ مالي وسيلن کي قوم جو مانُ مٿانهون رکڻ لاءِ هنن پئي استعمال ڪيو، سنڌي هندو، سنڌي مسلمانن کان قومي تعمير ۽ انسانن جي ڀلي ڪرڻ ۾ مٿاهين حيثيت جا مالڪ هئا.

هوڏانهن هندن ۾ پڻ ڪيترائي فرقي پرست ۽ تنگ دل موجود هئا، جيڪي ڏينهن رات ڪوشش ڪري هندن کي مسلمانن خلاف ڀڙڪائيندا رهندا هئا. نٿو رام ”اسلام جو اتهاس“. ڪتاب لکيو، جيٺرام داس، اخبارن رسيلي هندو- مسلم فساد کي هٿي ڏني ۽ ٻيا به ڪيترائي هندو وڏيون وڏيون تقريرون ڪري هندن ۾ زهر ڀري ڇڏيندا هئا. جن جي چوڻ تي ڪيترائي نوجوان هندو، مرڻ ۽ مارڻ لاءِ تيار ٿي ويندا هئا، هزارين سالن کان گڏ رهندڙن جي دلين ۾ ايڏو ته بغض تعصب پئجي ويو جو هڪ ٻئي جي منهن پوڻ سان رت ٽهڪڻ لڳندو هو، نيٺ ٻنهي ڌرين جي من ۾ مٿل مانڌاڻ به پنهنجو اهڙو ته رنگ لاتو جو، جي- ايم- سيد جهڙا سپ ۾ پرين پسڻ وارا ماڻهو به بي صبر ۽ بيزار ٿي پيا، اهي جيڪي هميشه هندو- مسلم ايڪتا جي جهوليءَ ۾ جهلندا هئا، اهي

(١) هو ڏوٽي هو ڏينهن، حسام الدين راشدي، ص- ١٢- ١٣.

جيڪي قومي خيالن وارا ۽ سراسر وطن پرست ۽ قوم پرستِ شمار ٿـي ٿـيا، انهن به اسيمبليءَ اندر واڪو ڪري چيو ته:

"واڻين کي سنڌ مان ائين ڪڍنداسين، جيئن جرمنيءَ مان يهودي نڪتا." بلڪ سنڌ مان ڪهي وڃي بمبئيءَ منجهان ١٩٣٩ع ۾ جناح صاحب کي محمد بن قاسم بڻائي ڪلهن تي کڻي آيا، هيئان جناح صاحب، مٿان هوائي جهاز گل گهورينداهلن، گهوڙا، گڏهه، بگيون، ٽانگا، پڇاڙيءَ ۾ ڪڏي جا مير بحر، مٿن تي رومال رکي، انهن مٿان رسا وجهي، انـن تي ائين چڙهي نڪتا، جڻ هاڻي عرب جا "سومارخور" سنڌ فتح ڪري دارالخلافه ۾ فاتحانه داخل ٿـيا آهن، اوستائين قرار ڪونه ڪيائون، جيسين سڄو جهڳو جهڻ ڪرائي نه بيٺا ۽ جسين سمورو گهر ٻاري ڏياري نه ڪيائون."(١)

نومبر ١٩١٧ع ۾ سنڌ جي بمبئي کان آزاديءَ لاءِ هلچل شروع ٿـي وئي، سيٺ هرچندراءِ، ڪانگريس جي ميٽنگ ۾ سنڌ کي صوبي جي حيثيت ڏيڻ لاءِ قرارداد پاس ڪرائي، جنهن کان پوءِ سنڌ ۾ مختلف شخصيتن پاران پمفليٽ ۽ ڪتابچا شايع ڪيا ويا. جن ۾ دليلن سان بحث ڪيل هوندو هو ته، سنڌ علحده صوبي جي حيثيت سان پاڻ پـرو ٿـي سگهي ٿي. سيٺ هرچندراءِ هڪ رپورٽ تيار ڪئي، جنهن ۾ هن ڪافي دليل ڏنا ته سنڌ کي بمبئي سان گڏ هجڻ ڪري گهڻيون ئي مشڪلاتون درپيش آهن، جيڪي علحده ٿـيڻ کان پوءِ، سولائي سان حل ڪري سگهجن ٿـيون.

مسٽر جيٺرام داس پمفليٽ شايع ڪيو، جنهن ۾ ان سنڌ جي علحدگي جي ڀرپور مخالفت ڪئي، شروع ۾ هي صاحب به سنڌ جي آزادي جو خواهان هو، پر پوءِ سنڌي مسلمانن جي انتهاپسندي ڏسي مخالف ٿـي ويو هو، ڇو ته جيٺرام داس کي سنڌي هندن جو مستقبل مشڪوڪ پئي نظر آيو.

اهڙي طرح مسلمانن مان شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولانا عبيدالله سنڌي ۽ جي. ايم. سيد به سنڌ جي آزادي لاءِ ڪوششون ڪندا رهندا هئا. نيٺ محمد ايوب کهڙو به جي. ايم. سيد ۽ پير علي محمد راشديءَ جي صحبت

---

(١) هو ڏوٿـي هو ڏينهن، حسام الدين راشدي، ص. ۴٩.

۾ رهڻ ڪري، ان سٽ ۾ اچي شامل ٿيو. کهڙي وٽ وسيلن جي کوٽ ڪانہ هئي، ان پنهنجي ساٿين جي همٿ افزائي، سهڪار ۽ ساٿ سان، پنهنجون سموريون مصروفيتون، سنڌ جي آزادي لاءِ وقف ڪري ڇڏيون، ڏينهن رات ڪوششون ڪري، پير علي محمد راشدي کان "اسٽوري آف سفرنگ آف سنڌ" جي نالي سان ڪتاب تيار ڪرائي، انگريزن آڏو، سنڌ جي آزاديءَ جو ڪيس پيش ڪيو، ڪيترن هندن جي ڀرپور مخالفت ڪرڻ جي باوجود ۽ ڪيترين تڪليفن ۽ رڪاوٽن سان منهن ڏيئي سنڌ جو ڪيس لڙندو رهيو.

٢٠ جولاءِ ١٩٣٣ع ۾ گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ کهڙي کي سنڌ جوڪيس پيش ڪرڻ لاءِ لنڊن روانو ڪيو ويو، کهڙو جنهن جهاز ۾ سورا ٿي لنڊن وڃي رهيو هو، ان تي چڙهڻ بہ جان کي جوکي ۾ وجهڻ برابر هو، پير علي محمد راشدي لکي ٿو تہ:

"جهاز ٽين بجي ڏاري شام جو خير سان اُڏي هليو، اتڻ شرط کڙ کڙ ۽ ڦڙ ڦڙ ڪرڻ شروع ڪئي هئائين، ڪلاڪ ٻن کان پوءِ مڪران ۽ ايران جي سرحد واري ريگستان ۾ ڦهہ پٽيءَ تي ڪري پيو، جان جو نقصان ڪونہ ٿين، پر اهڙي ويراني ۾ ڪرڻ کان پوءِ ڪين ڪوبہ اوهي واهي ڪونہ ٿي ڏسڻ ۾ آيو، ويجهو هوائي جهاز ميلن جا ميل پري هو. مڙسن گڏهہ تي چڙهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن پيدل بہ هلي اهو فاصلو طئي ڪيو."(١)

آزاديءَ جي انهي سٽ ۾ کهڙي کان سواءِ الله بخش سومرو، شيخ عبدالمجيد سنڌي، عبدالله هارون، پروفيسر گهنيجا، سر شاهنواز ڀٽو ديوان بهادر مرليڌر جا نالا قابل ذڪر آهن، پر جنهن دلي لڳاءَ ۽ حب سان کهڙي، جستجو ۽ جاکوڙ ڪئي، ان لاءِ ڪيس جس هجي، کهڙي جو هي ڪارنامو سنڌ جي تاريخ ۾ قابلِ داد لکيو ويو آهي.

اهڙي طرح ١٩٠٨ع کان ١٩٣٦ع تائين، اٺاويهن سالن جي جدوجهد بعد سنڌ بمبئي پرڳڻي کان جدا ٿي، علحده صوبو ٿيو، ان جو پهريون گورنر سرلانسليٽ گرهام مقرر ٿيو، سنڌ جي گوشي گوشي ۾ سنڌ جي هن صوبائي حيثيت حاصل ڪرڻ تي جشن ملهايا ويا، هر هنڌ گڏجاڻيون

---

(١) اهي ڏينهن اهي شينهن، جلد ٻيو، پير علي محمد راشدي. ص۔ ٣٧٩.

ٿيون ۽ دعائون گهريون ويون ۽ شڪرانا بجا آندا ويا، 'الوحيد' اخبار سنڌ آزاد نمبر ڪڍيو، شاعرن خوشيءَ جا گيت لکيا، گهر گهر خوشيون ٿيون، سنڌ جو نئون گورنر ١- ۴- ١٩٣٦ع تي بمبئي کان ڪراچي پهتو.

ڪهڙو سنڌ جي بمبئي کان آزادي جي جدوجهد کان سواءِ سنڌ ۾ فرقيوارائي فسادن جو ابو رهندو آيو هو. تنهن ڪري هو سنڌ لاءِ ڪنهن وبا ۽ ڪينسر جي مرض کان گهٽ ڪونه هو، تاريخ جي اها ستم ظريفي سمجهو يا حقيقت پسندي ته ڪهڙو مذهبي جنون هوندي، مسلمانن جو هيرو ته بڻجي ڪونه سگهيو، پر سڄي سنڌ اڏو هڪ غدار وڏيري ۽ اٿاسي جي روپ ۾ نروار ٿيو، ڇو ته تاريخ اڄ تائين ڪنهن کي به بخش ناهي ڪيو، پوءِ پلي وقت جا ويڪائون ليکڪ کهڙي کي پنهنجي کوکلي لفاظيءَ ۾ لڪائي ڇو نه حق پرست جي روپ ۾ پيش ڪن، پر تاريخ جو ڦيٿو اهڙن بي رحم شخصن کي ائين چيپاٽيندو ۽ چچريندو آهي، جيئن پنهنجي وقت ۾ انهن مظلوم ديس واسين کي تڙپايو ۽ آزاريو هو.

١٩٣٩ع سنڌ جو چيف منسٽر الله بخش سومرو هو، هن سنڌ جي ڀلي لاءِ ڪافي پاڻ پتوڙيو، مولانا عبيدالله سنڌي، (وفات: ٢٢-٨-١٩۴۴ع) جيڪو ١٨٧٢ع کان جلاوطني ڪاٽي رهيو هو، ان تان ملڪ بدر ڪرڻ جو حڪم واپس ورتو هو، هو هڪ غير فرقي پرست ۽ سچو قومپرست هو. هن ١٩۴٢ع ۾ انگريزن کي، هند ۽ سنڌ واسين سان تشدد ۽ غيرانساني سلوڪ روا ڪرڻ سبب، خان بهادر ۽ او- بي- اي، جا لقب سرڪار کي واپس ڪيا. هن مرد مجاهد کي سنڌ جي وڏ وزارت تان هٽائڻ لاءِ، انگريزن جي نوازيلن پاران سازش سٽي ٣ آڪٽوبر کان ١٩ نومبر١٩٣٩ع ۾ مسجد منزل گاه جو مسئلو اپاريو. جنهن ۾مسلم ليگ جي هاءِ ڪمان اڏو سرخرو ٿيڻ ۽ مارڪون ناهڻ لاءِ، کهڙي مين ڪردار ادا ڪيو.

مسلمانن ۾ مذهبي جنون پيدا ڪري، هندن جو قتل عام ڪرايو ۽ اها چوٽي عام ڪئي وئي ته هڪ واڻئي کي قتل ڪرڻ سان ستن حجن ڪرڻ جيترو ثواب ملندو، ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ شهرن توڙي ڀهراڙين ۾ ڪيترن ئي هندن کي قتل ڪيو ويو ۽ بي انداز دولت لٽي وئي. اها مسجد انگريزن، شروعاتي وقت کان وٺي، سرڪاري ملڪيت قرار ڏيئي،

مسلمانن جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو.

هاڻي جڏهن ته مسلم ليگ، الله بخش سومرو کي وزارت تان هٽائڻ لاءِ سرگرم ٿي ته، انهن ان پراڻي مسئلي کي سازشي انداز سان اڀاريو ۽ مسجد جي آڙ ۾ سکر ۾ هندو مسلم فساد شروع ڪرايا، کهڙي جي ايم سيد ۽ عبدالله هارون مسلمانن جي اڳواڻي ڪندي، مسجد تي قبضو ڪري، سيتاگره (جيل ڀريو تحريڪ) شروع ڪئي. آخرڪار الله بخش سومري کي وڏ وزارت تان هٽايو ويو ۽ جسٽس ويسٽن کي فيصلو ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو، جنهن مسجد مسلمانن جي حوالي ڪئي. پر ٻنهي ڌرين جي دلين ۾ هڪ ٻئي لاءِ جيڪا نفرت پيدا ٿيڻي هئي، سا ٿي وئي. انهن فسادن دوران سنڌ واسين سان ڇا وهيو واپريو ۽ ان وقت سنڌ جون ڪهڙيون حالتون هيون، ان جي سڌ، جي- ايم- سيد جي ان وقت اخبار ۾ ڏنل بيان مان بخوبي پئجي ويندي.

هو لکي ٿو ته: "جڏهن مون منزل گاهه تحريڪ ۾ هٿ وڌو، ان وقت مون کي اهڙين خون خرابين پيدا ٿيڻ جو خواب خيال به نه هو، خون، ڌاڙا ۽ باهيون اسان جي اصولن جي برخلاف آهن ۽ اهي ننڊڻ جي لائق آهن."(۱)

پنهنجي من جون مرادون ماڻڻ لاءِ، ڪهڙي لاڙڪاڻي مان هلي سکر ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ ڪيترن ئي بي گناهه ۽ ناحق سنڌين جو خون وهايو، ان انتشار مان الله لوڪ، مهاڪوي ۽ امراڳي ڀڳت ڪنوررام به بچي ڪونه سگهيو، سنڌي مسلمان ڪنٽريٽي ۾ ايترا ته اڳتي نڪري ويا هئا جو، ۱۹۳۹ع ۾ سنڌ جي مشهور ڳائڻي سنت ڀڳت ڪنوررام کي رڪ جي ريلوي اسٽيشن تي بندوق جا فائر ڪري ماري وڌو، قاتلن کي گرفتار ڪرڻ لاءِ هڙتالون ڪيون ويون، سکر پندرنهن ڏينهن مڪمل طور بند رهيو، پر پوءِ به، ڪابه گرفتاري عمل ۾ ڪانه آئي، هن بي ڏوهه انسان جو خون رائگان ويو. جن خون، ڌاڙن ۽ باهين جو حوالو جي- ايم- سيد ڏنو آهي، ان انتشار ۽ بدامني برپا ڪرڻ ۾ ٻين سيني مان ڪهڙو وڌيڪ سرگرم هو. ان مهم سان ڪهڙي ائين نڀايو، جيئن ڪو زاهد، اسلام جي اهم رڪن سان نڀائيندو آهي.

---

(۱) نئين سنڌ لاءِ جدوجهد، جي ايم سيد، ص-٦٥.

٢٦- ١٩٤٣ع ۾ خان بهادر الله بخش سومري، برٽش سرڪار کي آزادي پسندن تي ظلم ۽ تشدد ڪرڻ سبب پنهنجا خطاب، هڪ طويل خط سميت واپس موڪليا، تقريباً انهن مهينن کان پوءِ شڪارپور (پنهنجي شهر) ۾ ٽانگي تي سوار هو ته پستول جا فائر ڪري کيس شهيد ڪيو ويو، ان وقت عام ماڻهن جو خيال هو ته، شهيد الله بخش جو قتل سياسي قتل آهي. هن ترقي پسند ۽ قوم پرست خيال رکندڙ ۽ ڌرتي ماءُ جي سدوري پٽ، جي رت ۾ کهڙي جا هٿ رڱيل آهن.

مجبورن سرڪار کهڙي تي ڪيس هلايو، کهڙو جيڪو پاڻ کي اسلام جو علمبردار سڏائيندو هو، جنهن سموري حياتي، هندو مسلم فساد برپا ڪرڻ ۾ گذاري، ان پنهنجي بچاءَ جو وڪيل جناح کي ڪرڻ پئي گهريو، پر جناح کيس جواب ڏنو، جنهن کان پوءِ کهڙو هندو وڪيلن کي ايلازڻ لڳو. ڪيول ملڪاڻي لکي ٿو ته:

"کهڙي، ڀولاڀائي ديسائي سان رابطو رکيو، جنهن مقدمو هلائڻ قبول ڪيو، انهيءَ لاءِ ڊاڪٽر چوئٿ رام، گانڌي وٽ احتجاج ڪيو. جنهن تي گانڌيءَ ڀولاڀائي کي لکيو ته "مون کي توکي اها گذارش ڪرڻ ۾ هبڪ نٿي ٿئي ته کهڙي جي مقدمي جا ڪاغذ چڪاسڻ کان پوءِ تون بيشڪ هن لاءِ وڙهه، پر جيڪڏهن تون محسوس ڪرين ٿو ته هو ڏوهاري آهي، ته کيس ڏوهه قبولڻ جي صلاح ڏي، يا کيس تون معاف ڪرڻ لاءِ چءُ، ڀولائي مقدمو ڇڏي ڏنو. پر کهڙي کي ڏيٺل مل نالي هڪ هندو وڪيل ڦاسيءَ کان بچايو."(١)

گانڌيءَ جي چوڻ تي ڀولائي جو ڪاغذن جاچڻ کان پوءِ مقدمو لڙڻ کان انڪار ڪرڻ ۽ سيشن ڪورٽ جي جج مسٽر ويلس (جنهن وٽ ڪيس هلي رهيو هو) جي اوچتو رٽائرمينٽ ڪري برطانيا هليو وڃڻ مان، پتو پوي ٿو ته کهڙو ئي شهيد الله بخش جي خون جو ذميوار هو.

١٩٥١ع ۾ کهڙو جيئن ئي سنڌ جو وزير اعليٰ مقرر ٿيو ته، هي مرڪزي آقائن اڳيان گڏو بڻجي ويو. انهن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ ان مسلم ليگ جي مخالفن سان طرحين طرحين ناجائزيون ڪرڻ شروع ڪيون. چونڊيل نمائندن کان زبردستي ووٽ حاصل ڪرڻ، مارو

---

(١) سنڌ ڪهاڻي. ڪيول ملڪاڻي، صه- ١٨٩.

ڪيرائڻ، رڻ پٽ ۾ ڇڏي اچڻ، جيل ۾ اماڻي، پوليس هٿان تشدد ڪرائڻ جون رسمون جيڪي کهڙي وڏيون هيون، انهن مان اڄ تائين پاڻ پالهو ڪري ناهيون سگهيا. جي- ايم- سيد لکي ٿو ته:

"مارچ ١٩٥١ع ۾ وري هي سنڌ جو چيف منسٽر ٿي، ڪم هلائڻ لڳو، انهي عرصي ۾ هن ۽ سندس طرفدار وزير قاضي فضل الله ضمني چونڊن جي دوران نامناسب قدم کنيا، جنهن جي ڪري ملڪ ۾ ڪافي چميگويون اٿيون، دادو ۾ پير الاهي بخش جي ڊسڪو اليفاءِ ٿيڻ ڪري ضمني چونڊن ۾، آخوند شفيع محمد کي، کهڙي صاحب جي سالي ميان عبداللطيف جي سامهون بيهڻ کان منع ڪئي وئي، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي فارم ڀرڻ لاءِ پئي ويو ته ڪلڪيٽر جي دروازي وٽان ڪيس گرفتار ڪري لاري ۾ پوليس کان ڪٿائي وڃي ويهه ميلن جي مفاصلي تي ڪيس ڇڏيو ويو.

پير الاهي بخش جي پٽ کي ٽن ٻارن جي پيءُ هوندي سول سرجن کان سرٽيفڪيٽ وٺائي نابالغ قرار ڏنو ويو.

مسٽر تاج محمد صحرائي جو فارم رد ڪرائي ميان عبداللطيف کي بنا مخالفت جي ميمبر ٿيڻ جو اعلان ضلع جي ڪليڪٽر هٿان ڪرايو ويو. ان کان پوءِ لاڙڪاڻي طرف مير محمد خان چانڊيي جي وفات ڪري خالي ٿيل اسيمبلي جي ٽڪ مان، ان جي نابالغ فرزند سلطان احمد کي بالغ قرار ڏياري ميان حيدر بخش جتوئي، اميد وار هاري ورڪر کي مارون ڏياري، موٽر جا ٽائر ڦاڙائي چونڊيائين."

اها هئي ايوب کهڙي جي جاگيرداراڻي ذهنيت، اهو هيس سياسي طور طريقو، پنهنجي هٺ ڌرمي ۽ وڏ ماڻهائپ برقرار رکڻ خاطر، حيدر بخش جتوئي جهڙي مخلص ۽ ايماندار ماڻهوءَ کي به تڪليفن ڏيڻ کان پاسو ڪونه ڪيائين. هن لٽ ۽ چٽ ٻنهي کان ڪم پئي ورتو. جيڪو ميمبر سندس چار ۾ ڪونه پئي ڦاٿو، ته ان کي جيل ۾ اماڻڻ جو ڊپ ۽ پوليس جي هٿان تشدد ڪرائڻ جا دڙڪا ڏيئي، پنهنجي مفاد مطابق استعمال پئي ڪيائين.

تنهن ڪري ڪيترائي ايماندار ميمبر، سندس ظلم جو سدائين شڪار پئي ٿيا. ون يونٽ جو نعراءُ به کهڙي اهڙي ئي ظالماڻي روش اختيار ڪرڻ

ڪان پوءِ پاس ڪرايو هو. نومبر ۱۹۵۴ع ۾ کهڙو سياست کان خارج (پرودا هيٺ) ٿيل هو، پر گورنر مسٽر غلام محمد خان ڪائنس ون يونٽ جي ٺهراءَ پاس ڪرائڻ جي پڪ ورتي، چيف منسٽر مقرر ڪيو، هن سنڌ جون واڳون سنڀاليندي ئي پنهنجون ڦهري ڪارروايون شروع ڪيون.

۲۱- ۱۲- ۱۹۵۴ع ۾ هن پوليس ۽ ايس، پي، آر جي پهري هيٺ سنڌ اسيمبلي جو اجلاس گهرايو، ان وقت جي اسپيڪر مير غلام علي خان کي نظربند ڪرائي، منٿي اماڻي ڇڏيائين. جي- ايم- سيد کي گرفتار ڪرائي جيل اماڻيائين، قاضي فضل الله جيئن اسيمبلي هال ڏانهن وڃي رهيو هو ته کيس گرفتار ڪرائي ڇڏيائين، سموري سنڌ جو ڪرتا ڌرتا بڻجي ۲۱- ۱۲- ۱۹۵۴ع ۾ سنڌ جي علحده حيثيت کي ختم ڪري پنجاب سان ملائي ڇڏيو. بمبئي کان سنڌ کي آزاد ڪرائڻ وارو کهڙو، اڄ وري ڌرتيءَ ويڪائو ۽ وطن فروش بڻجي ويو. اخبارن تي سنسرشپ هٽي حق ۽ سچ جو آواز دٻائڻ جي ڪوشش ڪيائين، ون يونٽ دوران جيڪو ڏک سنڌي ادب کي رسيو هو، اهو خال اڄ سوڏو پرجي ناهي سگهيو. ون يونٽ سبب سنڌ جي ڪهڙي حالت بڻي هئي، ان جو ڪجھ عڪس 'شيخ اياز' جي هيٺين شعرن مان ملي ٿو:

هن ديس سڄي کي سائي آ،
هر شام افق تي، ليمي جيئن
ڇا هيڊي هيڊي آئي آ!
۽ اُن جي ڪاريءَ ڪان ڪان ۾،
ڇا وحشت! ڇا تنهائي آ!
ڪو ديُو ڦري ٿو ڌرتيءَ تي،
جنهن منهن ۾ پاتي ڇائي آ،
۽ ڪنڌ ڪرنگهو، ماٿوءَ جو،
تنهن رڙڪي راڙ مچائي آ.
جو پٽڪو آهه پيانڪ آ،
هر جاٽوءَ جيب ڪپائي آ،
ڪا جهاتي ناهه جهروڪي ۾،
ڇا هيبت هن ڦهلائي آ.

آ مڙھ جي ماٺ ھوائن ۾،
ھر شام ھتان جي ڪائي آ،
پرتو سان ڳالھ اجائي آ.

سامراجين لاءِ ايترو ڪجھ پتوڙڻ ڪان پوءِ، کھڙي کي موٽ ۾ اھو ڪجھ مليو، جيڪو چنيسر، ڄام فيروز ۽ مير علي مراد ٽالپر کي مليو، وقتي عزت ۽ ڪرسي ٿي ملي، نہ تہ ڪم نڪتو ۽ ڏکڻ وسريو 'چواڻيءَ انھن ساڳين ماڻھن، ڪيس مجرم ٺھرائي عدالتن جا چڪر پئي ڪارايس، ڪڏھن موٽر سائيڪل جو ڪيس تہ وري ڪڏھن ڇپائي جي ميشن سستي اگھ تي کپائڻ جو ڪيس پئي ھيائونس، پروڊوا جھڙي گندي قانون جو پھريون وار کھڙو ئي بڻيو، پر پوءِ بہ ھي ڪم عقل، مسلم ليگ جي پڇ ۾ لڙڪندو رھيو. کھڙو ٿي پيراسنڊ جو چيف منسٽر مقرر ٿيو، ان دوران ھن نہ تہ ڪو عام ڀلائي لاءِ ڪو ڪم ڪيو ۽ نہ ئي وري ڪو پنھنجي ڳوٺ عاقل کي سھولت مھيا ڪري ڏنائين، جنھن کي ڏسي ڪيس ياد ڪري سگھجي. ٩_ ذوالحج ١۴٠٠ھ/ ٢٠ آڪٽوبر ١٩٨٠ع تي وفات ڪيائين، سندس آخري آرام گاھ عاقل شھر ۾ پنھنجي خانداني قبرستان ۾ سنگمرمر سان ٻڌل آھي.

# پير علي محمد شاه راشدي

## اڄ ي پڳ مَ پس، اندر مڙيوئي اڳڙيون.

جنهن وقت پير صاحب سياسي ميدان ۾ پير پاتو هو، ان وقت به سياست تي اڄ جيان وڏيري ۽ پير جو تمام گهڻو اثر رسوخ هو. ڪنهن غريب غربي جي وس ڪان اهو ٻاهر هو ته، هو سياست ڪري. سنڌي مسلمانن ۾ ڪجهه اهڙا نالا ملن ٿا، جن سياست کي قومي حقن جي ورچ، قرباني ۽ عوام جي خدمت تي سمجهيو، نه ته باقي نانءَ ڪٿا سياستدان، پير منهنجي پڇاءِ جيان، سارو ڏينهن انگريز سرڪار کان خطابن ۽ لقبن وٺڻ جي ڪدي، معاشري مان جهالت ۽ غربت جي نيڪاليءَ طرف ڌيان ڪونہ! اڃا به سندن اها ڪوشش هوندي هئي ته ڪنهن به نموني عوام کي ذهني طور مفلوج بڻائي ڇڏجي. وڏيرڪي ٻار ڪان وٺي غريب جي ٻار تائين تعليم بلڪل ڪونہ ۽ نه ئي وري تعليم عام ڪرڻ لاءِ انهن ڪا ڪوشش وٺي اسڪول ٺهرائڻ جي تڪليف ڪئي. پنهنجي هڙان وڙان ته ٺهيو، پر جيڪڏهن سرڪار ڪٿي اسڪول ٺهرائڻ جو سوچيو پئي ته، ان جي به ڀرپور مخالفت پئي ڪيائون. سندن خيال هو ته جيڪڏهن هارين جي اولاد تعليم حاصل ڪري ورتي، ته اهي اسان جي سامهون ڪنڌ مٿي ڪٽي اکيون اکين ۾ وجهي ڳالهائڻ شروع ڪندا. ان ڳالهه کي هو پنهنجي بي عزتي سمجهندا هئا. پير حسام الدين راشدي لکي ٿو ته، ”زميندارن، مسلمانن ۾ تعليم عام ڪرڻ کان ڇاٽي واٽي پاسو پٽي ڪيو، انهن دانسته اسڪول، ڪاليج يا بورڊنگ ڪونہ ٺهرايا، هنن جي دلي مراد ۽ مقصد اهو هو ته سنڌ جو مسلمان نه پڙهي، متان وچولو طبقو پيدا ٿي پوي. غريبن جا ٻار پيا مزوري ڪن ۽ ڀل پيا ڍور چارين، پڙهندا ته سامهون اچي ڪرسين تي ويهندا، تنهن ڪري سنڌ اندر ڀل امير، امير رهي

۽ غريب غريب رهي.“ (١)

بمبئي ڪائونسل ۾ به جيڪي ميمبر چونڊجي ويا ٿي (سواءِ ڪن هندو ۽ مسلمان ميمبرن جي) باقي سڀ اڻ پڙهيا ۽ وڏيرڪي ذهنيت رکندڙ هئا، اهوئي سبب آهي جو اڄ سندن ڪوبه يادگار موجود نه آهي، اوهان سڀي سنڌ گهمي ڏسو اوهان کي ڪٿي به نه ته عوام جي فائدي ۽ ڀلائي لاءِ ڪو مسافر خانو جوڙيل نظر ايندو ۽ نه ئي عام انسانن جي تربيت لاءِ اسڪول ڪاليج ۽ سکيا گهر تعمير ٿيل. بس رڳو پنهنجي ڏن ۾ پورا ۽ مسلمانن جي ڀلائيءَ لاءِ هٿ ٺوڪيا مول متا ناهي گهوڙا گهوڙا ڪندا هئا، پنهنجي مقصدن ۽ من جي مرادن کي حاصل ڪرڻ لاءِ انهن مذهب اسلام جي نالي مان خوب فائدو ورتو.

اهي هيون ان وقت سياسي حالتون جن ۾ پير صاحب منظر عام تي ايريو اهڙين حالتن مان هن پنهنجي ڏاهپ چالاڪيءَ ۽ مڪاريءَ جو مظاهرو ڪندي ڀرپور مفاد حاصل ڪيا. سياسي طور پير صاحب هر چڙهندڙ ۽ ڏاڍي جو مددگار رهيو.

١٩٢٦ع ۾ پير صاحب ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“. ۾ شموليت اختيار ڪئي، جنهن جو ان وقت صدر سر شاهنواز ڀٽو هو. ڪجھ وقت پوءِ خان بهادر محمد ايوب کهڙي سان گڏ ٿيو. ١٩٣٤ع ۾ وري سر شاهنواز ڀٽي سان گڏجي پيپلز پارٽي قائم ڪيائين. ١٩٣٦ع ۾ وري سر حاجي عبدالله هارون سان وڃي نينهن لاتائين. ۽ سنڌ اتحاد پارٽيءَ جو وجود وڌائين. تنهن ڪري پير صاحب به ”ڪم نڪتو ڌڪڻ وسريو“. جيان مطلب پورا ڪري ڪين ڇڏي وري وڃي ڪنهن ٻئي وڏيري جو پاسو وٺندو هو. سال کن سر عبدالله هارون سان رهيو، پر جيئن ته سنڌ اتحاد پارٽيءَ جا ٻه مکيه ليڊر اليڪشن ۾ کٽي ڪونه سگهيا، تنهن ڪري پير صاحب کي پنهنجن ٻين ساٿين سان گڏ حزب اختلاف جي سيٽن تي ويهڻو پئجي ويو، اهو حال ڏسي ڪيس اندر ۾ وڍ پئجڻ لڳا. پنهنجي من جون مرادون ماڻڻ لاءِ ان ڪوشش ڪري سر غلام حسين سان مخالف سيٽن تي ويهندڙن جو ناهه ڪرائي ورتو. جي ايم سيد لکي ٿو ته ”١٩٣٧ع جي آخر ۾ سر غلام حسين جي وزارت سان پروگرام جي بنياد

---

١- هو ڏوٿي هو ڏينهن، سيد حسام الدين راشدي، ص- ١٣.

تي ڪوئيليشن ڪرڻ ۾ هن جو هٿ هو.“ (۱)

وري جڏهن ڏٺائين ته سر غلام حسين (وفات: ۱۴ آڪٽوبر ۱۹۴۸ع) جو اثر گهٽ ٿيندو ٿو وڃي، ته الله بخش سومري جو پاسو ورتائين ۽ اهڙي طرح وري به پير صاحب، الله بخش جي سهاري سان وزارت ۾ رهجي ويو. ۱۹۳٦ع ۾ الله بخش سومري سان سر عبدالله هارون ۽ جي ايم سيد جا دِل جي وڏائڻ تان اختلاف ٿي پيا ۽ الله بخش سومري جو پاسو ڪمزور ٿي ويو. پير صاحب جي ته شروع کان ڪمزور سان لڳي ٿي ڪانه! تنهن ڪري لازمي ڳالهه هئي ته پير صاحب به، الله بخش سومري کي الله نگهبان چئي سر عبدالله هارون سان وڃي گڏ ٿيو. سر حاجي عبدالله هارون سنڌ اسيمبليءَ جي روز روز، جي ٽنڊ ۽ ٽوري گهٽي تان ميمبرن جي اڻ ٻٽت ۽ اختلافن مان بيزار ٿي پيو هو. تنهن ڪري هن مسلم ليگ کي سنڌ ۾ قائم ڪرڻ لاءِ، پير صاحب، جي ايم سيد ۽ ٻين دوستن سان صلاح مشورا ڪيا. پير صاحب به، ان وقت وزارت مان ٻاهر وينو هو، تنهن ڏنو ته پنج ئي آڱريون گيهه ۾ ٿيون پيون، تنهن ڪري ”نه ڪيائين هم نه تم،“ سواءِ سوچ ويچار جي سنڌ کي فرقي پرست ڌر جي حوالي ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌي بيٺو.

اهڙي طرح ۸ ۽ ۹ آڪٽوبر ۱۹۳۸ع ۾ جناح صاحب جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ مسلم ليگ جو اجلاس ڪوٺايو ويو، اجلاس ۾ پهچڻ لاءِ جناح جو استقبال به عجيب و غريب نموني سان ڪيو ويو، جنهن جو منظر چٽيندي جي ايم سيد لکي ٿو ته:

”ان لاءِ حيدرآباد کان ڪراچيءَ تائين جناح صاحب کي هڪ سينگاريل اسپيشل ٽرين ۾ ڪراچي آندو ويو. جنهن جي مٿان هوائي جهاز گل ڇٽڪاريندا آيا، اسٽيشن کان ٽي ميل لمبو سرگس نڪتو، ڪراچيءَ جي شهر ۾ ان کان اڳ يا پوءِ اهڙو سرگس نه نڪتو آهي.“(۲)

اسان جڏهن ان ايڏي ڏيکاءَ جو سبب جاچينداسين ته سواءِ هندن آڏو پنهنجي وڏماٽهائپ جي مظاهري ڪرڻ جي ٻيو ڪجهه به سمجهه ۾ ڪونه ايندو، هندن کان انتقام وٺڻ خاطر حاجي صاحب، جي ايم سيد ۽ پير

---

(۱) جنب گذاريم جن سين، جي ايم سيد، صه ۲۰۹.
(۲ساڳيو- صه-۵۹.

صاحب جن ايترا تہ جذباتي ٿي ويا، جو پنهنجي جهڳڙي کي باهہ ۾ وجي اڇلايائون. اهڙي طرح سنڌ ۾ مسلم ليگ جو وجود پيو، سنڌ مسلم ليگ جي صدارت لاءِ عام راءِ، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي حق ۾ هئي. پر پير صاحب پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪري، حاجي صاحب کي صدر چونڊائي ورتو ۽ پاڻ ان جو سيڪريٽري ٿي رهيو. سر حاجي عبدالله هارون جي وفات (٢٧- اپريل ١٩٤٢ع) کان پوءِ وري بہ، شيخ صاحب سنڌ مسلم ليگ جي صدارت لاءِ ڪوشش ورتي. پر پير صاحب وري بہ مخالفت ڪيس. جنهن جي ڪري تقريباً سال کن ايوب کهڙو نائب صدر جي حيثيت سان ڪم هلائيندو رهيو ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ صدارت جون واڳون پنهنجي هٿن ۾ ورتائين.

آخرڪار مسلم ليگ، پنهنجا ڪرتب ڏيکاريا، پاڪستان وجود ۾ اچي ويو، هندن جي لڏپلاڻ شروع ٿي وئي، هندو ويا تہ، وري مهاجر آيا، جن اچي نہ رڳو هندن جي ڇڏيل ملڪيت حاصل ڪرڻ لاءِ، وارو وارو ڪيو، پر سنڌي مسلمانن جي ملڪيت، جيڪا هندن وٽ گروي ٿيل هئي، سا بہ پنهنجي قبضي هيٺ آڻي ڇڏيائون. رڳو ڪليمن داخل ڪرڻ جي دير هئي. هيڏانهن درخواست پهتي ناهي ۽ هوڏانهن ڪاغذات، ان جي نالي منتقل ناهِن ٿيا. سرڪاري طور بہ نون ايندڙن لاءِ سهولتون مهيا ڪيل هيون. سنڌواسين سان ايترو سارو ظلم ۽ سنڌن ملڪيت تي، ايڏو وڏو ڏاڙو لڳندو ڏسي بہ، اسان جا رهنما (جن ۾ پير صاحب بہ موجود هو) نہ رڳو خاموش رهيا، پر هڪ ٻئي کان وڌي، چڙهي ڪري سهڪار ۽ مدد ڪرڻ لڳا.

١٩٥٤ع ۾ هي پيرزادي واري وزارت ۾ روينيو جو وزير مقرر ٿيو. ان دوران پير صاحب ۽ پيرزادي جا پاڻ ۾ ڪجهہ اختلاف ٿي پيا. تنهن ڪري پير صاحب کي وزارت مان خارج ڪيو ويو، ان وچ ۾ مرڪزي سرڪار پاران سنڌ اسيمبلي ۾ ون يونٽ جي تجويز پيش ڪئي وئي، جنهن جي پيرزادي ڀرپور مخالفت ڪئي، ان جي موٽ ۾ پيرزادي اڳيان بہ ڳالهيون رکيون ويون.

هڪ يا تہ ان تجويز جي نہ رڳو حمايت ڪري، پر ان بل کي پاس بہ ڪرائي.

ڀيو نہ تہ وزارت تان استعفا ڏي.

پيرزادي انهن ٻنهي ڳالهين کان انڪار ڪري ڇڏيو، تنهن تي گورنر جنرل مسٽر غلام محمد، عبدالستار پيرزادي جي وزارت کي ڊسمس ڪري ڇڏيو. سنڌي چواڻي تہ: "رڇي اڳئي ويٺي هئي، ويتر پيڪن کان نياپو آيس." جيان پير صاحب کي وزارت مان ائين ڪيڻ ڪري ڏاڍي ڪاوڙ هئي، جيڪو انتقام وٺڻ خاطر اڳيئي آتو ويٺو هو، تنهن ڪري پير صاحب مرڪز سان سازباز ڪري کهڙي تان پروڊا ختم ڪرائي ڪيس وزارت ۾ آندائين. چوندا آهن تہ: "جنس جنس کي سڱو ڪوهہ تان ڳولهي لهي." اهڙي طرح پير صاحب ٻہ پاڻ جهڙي وطن فروش جو ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو ۽ هٽلر بڻجي سنڌ اسيمبلي جي ميمبرن سان ڏاڍايون ڪرڻ شروع ڪيائين. جيڪي ميمبر ون يونٽ جي خلاف هئا، انهن کي طرحين طرحين جون تڪليفون ڏيڻ لڳو. قاضي فضل الله کي اسيمبلي حال ۾ اچڻ بجاءِ ڪيس گرفتار ڪري سکر جيل ۾ موڪليو ويو. سنڌ اسيمبلي جي اسپيڪر کي اغوا ڪرائي ٺٽر جي مِنيءَ شهر ۾ ڇڏيو ويو. وي ايف آگئيف لکي ٿو تہ: "اجلاس ۾ تقرير ڪندي پير علي محمد راشدي هر ان شخص کي جيل ۾ وجهڻ جي ڌمڪي ڏني، جيڪو ون يونٽ جي خلاف ووٽ وجهڻ جي جرئت ڪندو." (١)

ياد رهي تہ اهو اجلاس پوليس جي گهيراءَ ۾ ڪيو ويو ۽ جنهن ٻہ ميمبر ون يونٽ جي مخالفت پئي ڪئي، تنهن کي اجلاس ۾ پهچڻ کان اڳ ئي گرفتار ڪيو ويو هو ۽ جن ۾ ٻہ شڪ پئي پين تہ ان کي اجلاس هلندي گرفتار ڪيو ويو هو، اهڙي ڏاڍ ۽ ڌهڪاءَ واري ماحول ۾ پير صاحب جبرن، ون يونٽ جو بل پاس ڪرائي ورتو. (٢)

اها حقيقت آهي تہ ان وقت سنڌ جو وزير اعليٰ محمد ايوب کهڙو هو. پر کهڙو بذات خود نااهل هو، تنهن ڪري شروع کان وٺي کهڙو، پير صاحب جي ڏسيل پاليسين تي عمل ڪندو رهندو هو.

ان کان پوءِ پير صاحب ڪافي عرصو مسلم ليگ ۾ رهيو، مسلم ليگ سان اندروني طور اختلاف تہ شروع کان ئي ٿي پيا هيس، پر بظاهر هو

---

(١) سنڌ تاريخ ڪي آئين مين، وي. ايف- آگئيف صہ-٢١٠

(٢) جنب گذاريم جن سين. جي- ايم- سيد، صہ-

هلندو پئي آيو.

منهنجي سمجهه مطابق پير صاحب جو مسلم ليگ سان ائين گهلجي هلڻ جو هڪ ئي سبب ٿي سگهي ٿو، ته ان وقت مسلم ليگ کان وڌيڪ ٻي ڪابه سگهاري پارٽي موجود ڪانه هئي، تنهن ڪري پير صاحب نه پئي چاهيو، ته هو چند اصولن خاطر مسلم ليگ کان ڌار ٿي وڃي ۽ پنهنجي وزارت وڃائي ويهي، پر جڏهن اڳتي هلي ذوالفقار علي ڀٽي نه رڳو پ پ جو وجود وڌو، پر اجا به جڏهن اقتدار حاصل ڪيائين ته، پير صاحب علي الاعلان ڀٽي صاحب تي ڪلمان پڙهڻ شروع ڪيا. ان کان پهريائين، اجا جڏهن پ پ پنهنجي شروعاتي مرحلن مان گذري رهي هئي، ته پير صاحب جو ڀٽي صاحب ڏانهن تمام خراب رويو هوندو هو. هو هر وقت بيروڪريس کي ڀٽي جي خلاف ڀڙڪائيندو رهندو هو، هن جي اها پروپئگنڊا نه رڳو سياسي بنيادن تائين محدود رهي هئي، پر ذاتي دشمنيءَ تائين وڃي پهتي هئي. پير صاحب پنهنجي شرارتي زهنيت جو مظاهرو ڪندي ڀٽي کي قتل ڪرائڻ جون سازشون سٽڻ لڳو. ڀٽي صاحب کي قتل ڪرائڻ جي سازش جي سڌ اسان کي پير صاحب ڏانهن ١٩٧٥ـ ٧ـ ١٠ تي ڀٽي صاحب جي لکيل خط مان پوي ٿي، جنهن جو متن هيٺ ڏجي ٿو:

"We are resposible for Rashdi and all his son's because he told Ayoub Khan to get me shot. This is life. What more can do for this Layal band of Faithfuls."

S.D
Z.A. Bhutto
1-7-1975

يعني ته: "اسين راشدي ۽ سندس سڀني پٽن لاءِ ذميوار آهيون، ڇاڪاڻ ته هن ايوب خان کي منهنجي مارڻ لاءِ مشورو ڏنو هو. اهي ئي زندگيءَ جا ڦيرا گهيرا آهن. اسان هن وفادار گروهه لاءِ ٻيو وڌيڪ ڇاڪا ڪري سگهون." (١)

صحيح
زيڊ اي ڀٽو

٧٥ـ ٧ـ ١٠

---

(١) سيڻ مٿائين سون تي. قربان علي بگٽي صـ٩١.

اهو خط ﭘﻴﺮ صاحب تڏهن پير صاحب ڏانهن لکيو هو، جڏهن هن ﭘﻴﺮ کي پنهنجي پٽ لاءِ نوڪري جي سفارش ڪئي هئي، ﭘﻴﺮ جيئن ته وڏو ذهين ۽ پلور سياستدان هو، تنهن ڪري هن پير صاحب جي زبان ۽ قلم کي خاموش رکڻ لاءِ کيس هر وقت نوازيندو رهندو هو، ايڏي وڏي سڌ هجڻ جي باوجود ﭘﻴﺮ صاحب نشر اشاعت جهڙا نازڪ ترين شعبا، پير صاحب جي نگرانيءَ هيٺ ڪيا هئا، جنهن جو اهوئي سبب ٿي سگهي ٿو ته ﭘﻴﺮ کي پير صاحب جي مطلب پرستيءَ ۽ لالچي طبيعت جي پلي پت چاڻ هئي.

ان کان سواءِ ﭘﻴﺮ صاحب کي جتي ذهين ۽ چالاڪ ماڻهن جي ضرورت پوندي هئي ته هو پير صاحب کي ضرور ياد ڪندو هو ۽ پير صاحب به ڪجهه هَڙ حاصل ڪرڻ خاطر، وڏي ايمانداريءَ ۽ پرپور صلاحيتن سان، ﭘﻴﺮ صاحب جا ڏسيل ڪم سرانجام ڏيندو هو. نه رڳو ايترو پر، سندن اها ڪوشش هوندي هئي ته ڪنهن به نموني هو، پين کان وڌيڪ ﭘﻴﺮ صاحب سان ويجهڙائي قائم ڪري. ان لاءِ کيس ڪهڙو به ڪريل ۽ قوم لاءِ ڪيترو به هاجيڪار يا پنهنجي نظرين جي برخلاف ڪهڙو به ڪم سونپيو ويندو هو، ته هو وڏي فراخدليءَ سان قبول ڪندو هو، مسٽر ولي خان پنهنجي عدالتي بيان ۾، ﭘﻴﺮ صاحب تي چوٽ چڏيندي چوي ٿو ته:

”مسٽر ﭘﻴﺮ، زماني جي ٽن، ڏڪاريل شخصيتن جي خدمت حاصل ڪئي آهي. انهن ۾ سرفهرست پير علي محمد راشدي آهي. جيڪو چيئرمين جي پنهنجي صوبي سان واسطو رکندڙ آهي. جيڪي ماڻهو پير صاحب جي حالتن کي، برطانوي دور جي وقت کان ڄاڻيندا آهن، يا سندس زندگي ۾ مختلف حڪومتن سان سندس لاڳاپن جي ڄاڻ رکن ٿا، اهي يقيناً ان چونڊ تي (ﭘﻴﺮ کي) داد ڏيڻ بجاءِ رهي نه سگهندا.“ (١)

پير صاحب جي اهڙي چاپلوسيءَ ۽ حوس پرست ذهنيت کي نه رڳو ولي خان سڃاتو هو، پر ان کان پهريائين ۽ پوءِ به، هو سنڌ جي سڃاڻ طبقي وٽ نفرت جوڳي حيثيت رکندڙ هو. سنڌي چواڻيءَ موجب ته ”اٺئيه راتيون چور جون، ته ٿهين رات ياڳئي جي.“ پير صاحب کان شايد اها

(١) اصل حقائق يه هين، خان عبدالولي خان صہ ٦۴.

چوٽي وسري وئي هئي، يا پير صاحب ائين پئي سمجهيو ته ان ڪان سواءِ ان وقت ڪنهن ٻئي جي تاريخ جي رواني تي نظرئي ڪانه آهي، تنهن ڪري اسان جي هن ڏاهي، پنهنجي ڏاهپ ۽ قلمي طاقت وسيلي قوم جي ڀلائي ۽ بهبود جي طرف، ڌيان ڏيڻ بجاءِ پنهنجي من جون مرادون ماڻڻ شروع ڪري ڏنيون هيون.

هرويرو ائين به ڪونه هو، ته ڪو ان وقت سنڌ ۾ مخلص، سچا ۽ قومي جذبو رکندڙ انسان ڪونه هئا. تاريخ جا ورق ورائي ڏسبا ته ان دوران اسان کي مولانا عبيدالله سنڌي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولوي محمد صادق کڏي وارو، ميان محمد امين کوسو، شهيد الله بخش سومرو وغيره ۽ انهن کان سواءِ حيدر بخش جتوئي ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري جهڙن انقلابي اڳواڻن سان سنڌ مالامال نظر ايندي، پر پير صاحب جي انهن سان ڀوتي ئي ڪانه ٿي رڌي، ان جو هڪ ئي سبب ٿي سگهي ٿو ته اهي سمورا اڳواڻ سِر سان ڪفن ٻڌي، سنڌ جي آجپي ۽ قومي آزاديءَ لاءِ هڏان توڙي وڙان خرچ ڪري جدوجهد جاري رکيون پئي آيا. انهن اڳواڻن وٽ هڪ ته قلم جي سگهه پاڻ وٽ موجود هئي ۽ ٻيو ته کين هرويرو ايترا به هٿ ڪليل ڪونه هئا، جو پير جهڙن، مطلب پرستن جون گهرجون پوريون ڪري سگهن. تنهن ڪري هن جمهوريت جي پٽ ۾ چرو هٽي، هميشه ترقي پسنديءَ جي آڙ ۾ رجعت پسندن جي پٺڀرائي پئي ڪئي.

پير صاحب جي سوانح پڙهڻ سان اوهان کي بخوبي معلوم ٿيندو ته هن سموري زندگي انگريزن جي نوازيلن سان لاڳاپا رکيا آهن. شيخ عبدالمجيد سنڌي جي ڀيٽ ۾، حاجي عبدالله هارون، شهيد الله بخش سومري جي مقابلي ۾، سر غلام حسين ۽ حيدر بخش جتوئيءَ جي ڀيٽ ۾ خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي ۽ انهن سمورن جي ڀيٽ ۾، ايوب خان ۽ گورنر جنرل غلام محمد کي اوليت پئي ڏني، جتان کيس گهٽي ئي هَڙ حاصل پئي ٿي.

غلام رباني آگري پير صاحب جي حوالي سان هڪ عجيب واقعو لکيو آهي ته: "هڪ دفعي مان ميان محمد امين خان کوسي وٽ ويس، ته هو منجهيو سنجهيو ويٺو هو، مون پڇيو خير ته آهي؟ چيائين ته راشديءَ کي فون ڪيم، ملاقات جو وقت مقرر ڪيوسون، پر چيائين ته خالي هٿين نه

اڇجانءِ، نذرانو ڪنيو اڇجانءِ." (۱)

پير صاحب نہ رڳو سرڪار کان نذرانو وٺندو هو، پر پنهنجي قلمي ٽيڪس پنهنجي دوستن کان بہ وٺندو هو، جيڪو ڪيس اهڙي غنڊا ٽيڪس ڏيڻ کان انڪار ڪندو هو تہ پوءِ اهو پير صاحب مان ڦاٽو! پير کي جواب ڏيڻ، ڪکر ۾ ڪڙو هڻڻ برابر هوندو هو ۽ جيڪو سندس طبيعت مان واقف هوندو هو، اهو ڪيس گهڻو ڪجهه ڏيئي هميشہ راضي رکڻ جي ڪوشش ڪندو هو، اهڙي ٽيڪس ملڻ کان پوءِ، پير صاحب ان سخي مرد جي تعريف مان ڍاپندو ئي ڪونہ هو، پوءِ توڙي جو اهو ڪهڙو بہ بدڪردار ڇو نہ هجي. پر پير صاحب قلمي پورهئي سان، ڪيس اهڙو تہ رنگ لائي ڇڏيندو هو، جو هر پڙهندڙ ان همراه کي قوم جو خيرخواه، ايماندار ۽ فرض شناس محسوس ڪرڻ لڳندو هو.

اهڙي ئي هڪ بدڪردار پوليس آفيسر جي باري ۾، پير صاحب لکي ٿو تہ: "غلام رسول شاه مرحوم سان آءٌ ڪيترائي دفعا مليس، منهنجو چڱو خيال ڪندو هو، اهو وڏو زمانہ شناس انسان هو، هر چرندڙ پرندڙ ماڻهوءَ جو لحاظ رکي، ڪيس راضي ڪري ڇڏيندو هو، ڪم ڪرڻ جو ڪوڏيو هو، مهمان نواز اهڙو جو بورچيخاني جي باه ڪڏهن ڪانہ اجهاڻي." (۲)

غلام رسول شاه تي مضمون لکڻ جو ڪهڙو سبب هو، ضرور ان جو سنڌ جي آزاديءَ لاءِ ڪو ڪارنامو سرانجام ڏنل هوندو! جنهن جي ڪري پير صاحب ڪيس پنهنجي ڪتاب ۾ جاءِ ڏني آهي. پر پير صاحب جي لکيل مضمون ۾، اهڙي ڪنهن بہ ڪارنامي جو نہ تذڪرو ٿيل آهي ۽ نہ ئي وري اشارو ٿيل آهي. باقي اها سا خوبي ضرور هئي تہ هو زمانا شناس هو، تنهن ڪري پير صاحب جو مله بخوبي ڄاڻيندو هو، سنڌ دوستن جو دشمن هو، وطن جي آزادي لاءِ وڙهندڙن، حُر مجاهدن ۽ سنڌ جي آزاديءَ جي هيري شهيد پير صبغت الله شاه راشدي (شهادت: ۲۰ مارچ ۱۹۴۳ع) جو اصل ويري هوندو هو، انگريزن جو خاص چمچو هو. پير صاحب ۽ مسٽر غلام رسول شاه ٻئي هڪ ئي در جا نوازيل هئا، تنهن ڪري پير

---

(۱) جهڙا گل گلاب جا. غلام رباني آگرو ص۵۶۳

(۲) سيڻ مٺائين سون تي. قربان علي بگٽي ص- ۲۳.

صاحب پاڻ تي فرض ڄاتو ته، پاڻ جهڙي ديش دروهيءَ تي ضرور لکي.

شهيد صبغت الله شاهه جو ذڪر نڪتو آهي ته پير صاحب جي هڪ ٻئي ڪارنامي تي به نظر وجهندا هلون. "تذڪره پيران پاڳاراه" ۾ موجود پير پاڳارو لکي ٿو ته: "انهن (انگريزن) پير علي محمد راشدي کان اهو ڪم ورتڻ گهريو، جيڪو چوٿين پيڙهيءَ ۾ اسان جي خاندان سان ٿو اچي ملي. انگريزن پير صاحب شهيد جي خلاف مقدمو ترتيب ڏيڻ لاءِ ڪيس مقرر ڪيو هو، پير علي محمد راشدي شاهدن جا بيان پهريان پاڻ ٻڌندو هو، پوءِ انهن کي آخري شڪل ڏئي، پرفامنس جي لاءِ عدالت ۾ موڪليندو هو. اسان جي والد جي وڪيل اسان کي انهن سمورن واقعن کان آگاهه ڪيو ته ڪيئن پير علي محمد راشدي انگريزن جي خواهش جي مطابق شاهد گڏ ڪندو هو. انگريزن ان خدمت جي موٽ ۾ ڪيس پير پاڳاري جي گادي بخش ڪري ڏيڻ گهري هئي ۽ پير علي محمد راشدي جي به اهائي خواهش هئي." (١)

ان مان ثابت ٿيو ته پير صاحب ڪيترو نه ڪريل ذهنيت جو مالڪ هو، جو انگريزن آڏو پاڻ وڻائڻ خاطر هن ٻيا ته سوين سنڌ دشمن ڪارناما سرانجام ڏنا، پارليامينٽ ۾ ڪرسي حاصل ڪرڻ لاءِ هن وسان ڪونه گهٽايو هو، پر پير ڳوٺ جي گادي حاصل ڪرڻ لاءِ هي اهڙو ته وحشي بڻجي پيو، جو وطن جي آجپي ۽ آزاديءَ لاءِ جنگ وڙهندڙ سرويچ کي ڦاهي چاڙهائڻ کان به ڪين ڪيٻايائين.

اڳتي هلي پير صاحب اهڙي سازشي سوچ جو مظاهرو ذوالفقار علي ڀٽي جي شهرت ڏسي به ڪيو هو، جنهن جو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي، پير صاحب کي اهڙي ڪردار ادا ڪرڻ ۽ انهن خدمتن جي عيوض انگريز سامراج ڪيس عزت، شهرت ۽ ڪرسيءَ سان گڏوگڏ ديهه ڦڪا، ضلعي دادو ۾ ١٣٥ ايڪڙ زمين به انعام طور ڏني، جنهن جي ڪجهه حصي ۾ ڪجهه وقت اڳ فروٽ فارم ۽ ڪجهه حصي ۾ ڪٽڪ ۽ ڦٽين جي پيداوار ٿيندي هئي، جنهن مان هن وقت فروٽ فارم ختم ڪري رڳو انبن جون مختلف جنسون رکيو ويون آهن. هيٺ پير صاحب کي مليل دستاويزن جو سچو نقل ۽ ان جي معنيٰ پيش ڪجي ٿي، جنهن

(١) وطن جي آزاديءَ جو هيرو. نور محمد عباسي. ص۔ ٣١٢.

مان پڙهندڙ پاڻ اندازو ڪري سگهن ٿا:

19.45– 2– 168, dt 10–No L. G/ T

## Order

"In view of G R. R. D No. R- 7145- F; dated 3- 1945 the Following Land in deh "Phaka" Taluka Dadu, is hereby 46 in_sanctioned on full rate conditions from kharif 1945 the name of Mr. Ali Mahomed Rashidi. Government have been pleased to sanction grant of an area of 135 acres at an approximate value of Rs, 150/ per acre free of malkano in recognition of the services rendered by Mr. Ali Mohd Rashidi, therefore out of Rs. 26, 888/4/- being value of the en_tire piece selected by Mr. Rashidi a sum of Rs.20, 250/ should be reduced for the Malkano of free grant and the balance of Rs 6,638/4- should be recovered in five annual equated instalments bearing interest at 6/ 20/ 0 commencing from May- 1946.

(Block B Nos: 422/3, 423/2,3 425/1. 440/ 441/1.2.3 442/ 1To04, 443/ 1to 4, 444/ 1.To.4,445/1To4 446/ 2. 450/ 2. 461/1,2 452/ 1.2, 453/ 1.2.3 454/1to 4, 455/1 to 4, 456/ 1to 4 and 457/1,2,3

The Bertage Mukhtiarkar Should issue ijazat- nama to Mr Rashidi after execution of kaluliat in the prescribed form and issue intimation of water supply and A form atonce.

Revenue officer Barrage.

A.R.O W.C/ B.M Dadu Malkana Branch Mr Ali Muhammad Rashidi, C/O The, Muslim Voice Karachi."

نمبر ايل جي/ ٽي- ١٦٨ مورخه ١٠- ٢- ١٩٤٥ع

## آرڊر

"جي آر K ڊي نمبر آر- ٧١٤٥ ايف مورخه ٣- ١- ١٩٤٥ع ايف کي اڳيان رکندي، دادو تعلقي جي ديه ڦڪا جي هيٺين زمين، مڪمل ضابطن جي تحت، خريف ٤٦- ١٩٤٥ع واري مند کان وٺي، مسٽر علي محمد راشدي جي نالي منظور ڪجي ٿي. مسٽر علي محمد راشدي جي سرانجام ڏنل خدمتن جي عيوض، حڪومت ١٥٠ روپيه في ايڪڙ اگهه واري، ١٣٥ ايڪڙن تي مشتمل زمين کي "مالڪاڻي" کان ٻه آجو قرار ڏنو آهي، تنهن ڪري مسٽر راشديءَ طرفان، پسند ڪيل انهيءَ زمين جي ٽڪري جي، ڪل قيمت ٢٦٨٨٤ روپين مان مالڪاڻي في جا 20250 رپيا ڪٽي ڪري باقي رقم ٦٦٣٨ رپيا ۴ آنا 6/20/6 جي وياج سان مئي ١٩٤٦ع کان وٺي پنج ساليانن قسطن تحت وصول ڪئي ويندي.

بلاڪ بي نمبر:

422/3, 423/3.3, 425/1, 4401 441/1,2.3 4421 to 4, 443/1 to4 444/ 1 to 4 445/1.2,4.446/2: 450/2.451/ 12.452/1.2 453/1,2,3 454/1 to 4 455/1to4 456/1to4 And 457/1,2,3.

ٻريج مختيارڪار مقرر ڪيل فارم تي قاعدي قانون موجب Kalu-liat جو دستاويز ڀرڻ کان پوءِ مسٽر راشدي کي اهڙو اجازت نامو جاري ڪري ۽ پاڻي جي فراهميءَ جو اطلاع نامو ۽ اي فارم پڻ هڪ دم جاري ڪري.

مسٽر علي محمد راشدي
معرفت دي مسلم وائيس
ڪراچي

صحيح
روينيو آفيسر ٻراج
اي، آر، آو، ڊبليو، سي/ بي، ايم
دادو مالڪاڻه برانچ

پير صاحب شعور جي حد ۾ پير پائڻ کان وٺي لحد ۾ پير پائڻ تائين پاڻ کي ترقي پسند، جمهوريت پسند، انساني ڀائپي، قومي ٻڌي ۽ ايڪتا جو پوئلڳ چوندو رهيو، پنهنجي هر تقرير ۽ مقالي ۾ وڏي فخر سان ائين چوندو هو ته، آءٌ ترقي پسند، مذهبي تعصب کان پري انساني حقن جو رکوالو آهيان. پر جڏهن سندس عملي زندگي تي نظر وجهون ٿا ته هيٺيون ڳالهيون منجهس نمايان طور نظر اچن ٿيون.

١ـ سچ جي ڀيٽ ۾ ڪوڙ کي تمام گهڻو استعمال ڪرڻ.

٢ـ هر وڏي جاگيردار يا آفيسر اڳيان هٿ ٻڌي "جي حضور" چوڻ.

٣ـ انگريز آفيسرن جي چاپلوسي ۽ خوشامند ڪندي کين شڪار ڪرائڻ.

۴ـ ديس دورهين جو يار ۽ سنڌ دوستن جي هر محاذ تي مخالفت ڪرڻ.

٥ـ تاريخ سان هٿ چراند ڪرڻ، سندن محبوب مشغلو هو.

٦ـ پنهنجي ڏاهپ ۽ قلمي سگهه کي هٿ جو وڙ سمجهي، هر وڏيري ۽ بيوروڪريٽ اڳو چند ٽڪن تي ڪپائڻ.

٧ـ خودسنائي ۽ اجائي سجائي وڏماٽهائپ جتائڻ.

٨ـ امن امان پيدا ڪرڻ بجاءِ مذهبي مت ڀيد کي هٿي ڏيڻ.

٩ـ هندو مسلم فساد ڪرائڻ جو ڪوڏيو.

ٿوري ٿوري ڳالهه کي درگذر ڪرڻ بجاءِ، هو پنهنجي قلمي سگهه ۽ سياسي چالبازين کي استعمال ڪندي، هزارها صدين کان پاڻ ۾ گڏ رهندڙن جي وچ ۾ نفرت جي اهڙي ته ديوار برپا ڪري ڇڏيندو هو، جو هو ڪات ڪهاڙا کنيو هڪ ٻئي جي ڪُهڻ لاءِ رستن تي نڪري پئي پيا. ۽ انهن جي ونين پنهنجن نازڪ هٿڙن تي ڳاڙهه سُري ميندي هڻڻ بجاءِ، پنهنجي ورن جي ڳاڙهي رت سان هٿ رنگيا، پوءِ اهي لاڙڪاڻي جا هندو مسلم فساد هجن، يا منزل گاهه واري مسجد جو واقعو.

پير صاحب جي انگريز دوستيءَ جي شروعات ١٩٢٦ع کان ٿي، جڏهن کان هن "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" سان پنهنجا لاڳاپا قائم ڪيا. سر شاهنواز خان ڀٽي جي صدارت هيٺ رهندي هن انگريزن اڳيان اهڙا ته سياسي جواهر ڏيکاريا جو انگريزن جي جوڙايل تنظيم، سنڌ محمدن ايسوسيئيشن داد ڏيڻ کان رهي نه سگهي، پير صاحب ان ئي تنظيم ۾ رهي انگريزن جو ايجنٽ ٿيو، اتان اسلام ۽ سنڌي قوم جو علمبردار

ٻڌجي ويو هو. تيڻ تہ ائين گهربو هو تہ پل سموري سنڌ جا سياستڪار هڪ ڏر ٻڌجي، هندو مسلم فساد ڪرائڻ لاءِ ور ڪنجي ميدان تي نڪري پون ها، پر پير صاحب تن تنها ۽ اڪيلي سر انهن سمورن جو مخالفت ٻڌجي احتجاجن طور اسيمبليءَ جي سيٽ تان استعيفا ڏني، وقت جي ابن الوقت وزيرن جي پنجوڙ ۾ قاتل بي گناه هندن ۽ مسلمانن جي راه نجات لاءِ پنهنجو ذاتي اثر و رسوخ استعمال ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي ڏاهپ ۽ قلمي سگهه کي ڀرپور نموني استعمال ڪري، امن امان برپا ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪندو رهي ها. بيگناه راهگير مرندڙن تي احساساتي مضمون ۽ ڪالم لکي، اهڙي گندي ڪم کي نندينڊو رهي ها، پر پير صاحب نہ رڳو انسانيت جو ريءَ گناه خون وهندو ڏسي خاموش رهيو، پر فسادن کي اجا بہ وڌائڻ لاءِ چوچڙي ڏيئي، ڀيڙ بنائڻ لاءِ، وڌي چڙهي ڪري سرگرمي ڏيکارڻ لڳو.

لاڙڪاڻي توڙي سکر وارن فسادن ۾ جيڪڏهن پير صاحب شرارتي ڪردار ادا نہ ڪري ها تہ مظلوم هندن ۽ مسلمانن جو ايترو خون نہ وهي ها ۽ امر انسان ۽ لوڪ فنڪار ڀڳت ڪنوررام ائين بي درديءَ سان واٽ ويندي ماريو نہ وڃي ها....

پير صاحب انهن فسادن ۾ ڪيتري قدر حصو ورتو هو، ان جي ڄاڻ سندس لکيل ايوب کهڙي واري مقالي پڙهڻ مان پئجي وڃي ٿي. جنهن وقت لاڙڪاڻي ۾ فساد ٿيا هئا، ان وقت پير صاحب پنهنجي ڳوٺ "ٻهمڻ" ۾ هو. خبر پوڻ کان پوءِ ڪيس ڳوٺ ۾ رهڻ ناگوار لڳو، تنهن ڪري هو وارو وارو ڪري لاڙڪاڻي پهتو ۽ سڌو کهڙي جي بنگلي تي پهتو راهي ٿيو، فسادن جي ڪري سمورو شهر ويران ۽ سنسار هو، شهر جا معزز ماڻهو، وڪيل خواه عالم دين، پنهنجن گهرن جا در بند ڪيون آرام سان سُتا پيا هئا، پر پير صاحب اسلام جو ٺيڪيدار ٻڻيو ۽ مسلمانن جو ڪيس عوام اڳيان پهچائڻ لاءِ نفرت ڀريا اخباري بيان جاري ڪرايا. هن انهن فسادن کي روڪائڻ بجاءِ اجا بہ پئي انگهائڻ گهريو ۽ خون خرابو ڪرائڻ پئي گهريو. هندن خلاف جلوس ڪڍايائين، دڪان تان ڦرلٽ ڪرائڻ ۽ هندن تي ڪيس ڪري ڪين ڦاسائڻ پير صاحب پنهنجو فرض پئي سمجهيو. هندن بہ وسان ڪين گهٽايو. هو جيڪڏهن عوامي طاقت

جو مظاهرو ڪري ڪونہ پئي سگھيا تہ گورنمينٽ ۾ پنهنجو اثررسوخ استعمال ڪري کهڙي کي اهڙو تہ سوگھو ڪيائون، جو کهڙو تقريباً هڪ سال تائين ڪيسن ۾ ڦاٿو رهيو.

اهڙي طرح پير صاحب مذهبي تنگ نظرئي ۾ ايترو تہ انتهاپسند بڻجي ويو، جو هن جي زندگيءَ جو نصب العين ئي هندو دشمني بڻجي ويو، اهي ڪهڙا سبب هئا، جن ڪيس ايترو تنگ نظر ۽ حاسد بڻائي ڇڏي هو، انهيءَ لاءِ هو پاڻ لکي ٿو تہ:

"١٩٣٨ع ۾ جولاءِ جي سخت گرمي سبب مجبور ٿي لکيءَ واري هندو ڏرمشالا جي در وٽ اچي بيٺاسون، مون گوبند کي موڪليو تہ، ڏرمشالا ۾ ڪمرو وٺي تہ، اتي ترسي آرام ڪري ڏينهن ٺاري پوءِ اڳتي هلون. مان موٽر مان لهي اچا ڏرمشالا جي در مان مس اندر داخل ٿيس تہ هندن ۾ هولچو مچي ويو، مون کي مسلماني لباس (سلوار ۽ پٽڪي) ۾ ڏسي رستو روڪ ڪري بيهي رهيا. 'اڙي ميان مسلمان هيڏانهن ڪيڏانهن پيو اچين، هي ڌرمشالو آهي. هت هندن کان سواءِ ٻئي کي پير پائڻو نہ آهي، ٻاهر نڪر، پوئتي موٽ، مون چيو ڀائي صاحب اسان بہ انسان آهيون، هتي پاسي پلو ۾ نہ وڻ نہ ٽڻ، ٻاهر ڪانوَ جي اک پئي نڪري، اسان جي جان جو سوال آهي. گهڙي سوا رهي هليا ويندا سون، اوهان جي ڌرمشالا تي قبضو ڪونہ ڪنداسين." (١)

مان بگٽي صاحب جيان ائين ڪونہ چوندس تہ "راشديءَ اهو نسورو ڪوڙ لکيو آهي." پر ايترو پڇڻ جي همت ضرور ڪندس تہ (پير صاحب جي وفات سبب هر پڙهندڙ کان) ڇا اوهان ڪنهن بہ هندو کي پنهنجي عبادت گهرن ۾، ڪي پل ساهہ پٽڻ لاءِ ويهڻ جي اجازت ڏيئي سگھو ٿا؟ ڪنهن ڪٽر اسلام دشمن کي تہ نہيو پر ڪنهن عام هندو کي ئي سهي.

مون کي يقين آهي تہ جيڪڏهن اهڙي جرئت اڄ جو، ترقي پسند نوجوان ڪري بہ وجهي، پر پوءِ مذهبي ڏرين پاران ان سان جيڪو حشر ٿيندو، ان کان پناهہ ئي گهري سگهجي ٿي. "ڦيري هڻ فقير هٽ پنهنجي هانو ٿي."

---

(١) اهي ڏينهن اهي شينهن، جلد پهريو، پير علي محمد راشدي، ص- ٢٩.

سو اهو هرويرو ايڏو اهم سبب ٻه ڪونه آهي، جو پير صاحب انهيءَ ڪري ايترو ڏمرجي پيو جو، هو پنهنجي پروگرام موجب ڳوٺ اچڻ بجاءِ ان ايڏي سخت گرميءَ هوندي هو واپس ڪراچي موٽي ويو، ان نيت سان ته هاڻي هندن کي سنڌ مان ضرور ڪيندو. حالانڪ پير صاحب کي ان مان سبق حاصل ڪرڻ گهربو هو ۽ مسافرن لاءِ هر جاءِ تي مسافرخانه ۽ پاڻي جو بندوبست ڪرڻ گهربو هو. جيئن ٻين مسلمانن سان گڏوگڏ هر واٽ ويندڙ لاءِ سهولت مهيا ٿي پوي ها، اهڙن نيڪ ڪمن ۽ انسانيت جي ڀلائي کي ڇڏي ڪري، هن انسان دشمن ڪاروايُن ڏانهن لاڙو رکيو. هندن پاران ڌرمشالا ۾ جهٽ پل نه ويهارڻ جو بدلو هن سندن رت سان هولي کيڏي ورتو.

لاڙڪاڻي کان پوءِ هن سکر ۾ پنهنجا پير گهمايا، سکر وارن فسادن وقت پير صاحب جا ٻه مقصد هئا.

١ـ هڪ بدامني، انتشار ۽ فساد برپا ڪري شهيد الله بخش سومري جي گورنمينٽ لاءِ مسئلا پيدا ڪري کيس ناڪام بڻائڻو هئس. تنهن ڪري هن وڏي پلاننگ تحت منزل گاهه واري مسجد مسلمانن جي حوالي ڪرڻ جو مطالبو، آل انڊيا مسلم ليگ جي حوالي ڪيو ۽ وڏي زور شور سان حصو ورتو، ان کان اڳ خبر ناهي الائي ڇو مسلمانن جا اهي اڳواڻ خاموش هئا، جڏهن ته ان کان اڳ ايوب کهڙو، جي ايم سيد، پير صاحب، سر حاجي عبدالله هارون ۽ سر غلام حسين وغيره بذات خود سنڌ جي وڏ وزارت ۽ وزارتن ۾ رهندا پئي آيا.

ان وقت کين منزل گاه واري مسجد جو ڪوبه اونو ۽ فڪر ڪونه هو ۽ اها ساڳئي مسجد سندس دور ۾ گودام طور استعمال ٿيندي رهندي هئي، پر جڏهن هندن ۽ مسلمان کي گڏي هلائڻ ۽ سندن وچ ۾ ٻڌي ۽ ايڪي ڪرائڻ سبب، شهيد الله بخش سومري جي شهرت وڌندي ڏٺائون، ته انهن اهڙي قسم جون سازشون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون، جن ۾ هو ڪامياب به ويا.

٢ـ ٻيو مقصد اهو هو ته هندو مسلم فساد ڪرائڻ مان کيس سڪون ميسر پئي ٿيو، ڇو ته انگريزن جنهن مشن تي کيس مقرر ڪيو هو، ان کي بخوبي سرانجام ڏئي رهيو هو، مسجد منزل گاه واري واقعي جي

ڪري خاص ڪري سنڌ جي ٻن ضلعن جي اهڙي ته دردناڪ حالت ٻڻجي وئي جو سموري وايومنڊل تي هراس ۽ خوف جو منظر ڇانئنجي ويو هو. سکر جي دلڪشي ۽ رونق ويرانيءَ ۾ تبديل ٿي وئي. ڦرلٽ، بدامني، خون خرابا، زوري زنا، چادر ۽ چارديواري جو تقدس پيرن هيٺان لتاڙيو ويو، انسانيت جون حدون اورانگهجي چڪيون هيون، ائين پئي لڳو ڄڻ جهنگلي جانور انسان جو روپ ڌاري شهرن ۾ ڪاهي پيا هئا. مذهبي انڌي عقيدت ٻنهي ڌرين ۾ غازي ۽ امر بنجڻ جو شوق پيدا ڪيو، انهن حالتن جي منظر جي عڪس جي سڌ هندو پنچائت جي موڪليل مهاتما گانڌي ڏانهن تار مان، پلي پٽ پوي ٿي، جنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته: "فساد، ڦرلٽ ۽ باهيون، سکر ضلعي جي ڳوٺن ۾ هندن جو بي رحم ڪوس، زالون ۽ ڇوڪريون اغوا ڪيون ويون ۽ ساڻن زوريءَ زنا ڪئي وئي، هندن جي ملڪيت ۽ جان جي سلامتي خطري ۾، حالتون بلڪل نازڪ، سرڪار جي نتيجي نامضبوط، مهرباني ڪري هڪدم جاچ ڪاميٽي موڪليو جا پاڻ اچي حالتون ڏسي." (١)

اهڙين حالتن برپا ڪرڻ ۾ اسان جي هن ترقي پسند رهنما وڏي چڙهي ڪري بهرو ورتو. ٻهراڙيءَ جي بي سمجھ ۽ ابوجھ سنڌي مسلمانن کي ايترو ته جذباتي بڻايو ويو، جو هر ماڻهو مرڻ ۽ مارڻ کان سواءِ ٻي ٻولي ٻڌڻ لاءِ تيار ئي ڪونه هو. ڦرلٽ ۽ معصوم نياڻين جي ڪنن ۽ ڳلي مان زوريءَ زيور لاهڻ کي انهن سچو پچو اسلام ۽ پنهنجي مذهب جي عين مطابق پئي سمجهيو. اهڙين قهري ڪارروايئن کي محسوس ڪري، شهيد صبغت الله راشدي پنهنجن حرن کي حڪم ڪيو ته: "اهي ڳوٺن ۾ هندو مسلم فساد ٿيڻ نه ڏين، اهڙي طرح ڪيس غازين جي متلعق جيڪي انديشا هئا، سي خودبخود لهي ويا ۽ انهن جا دستا اڃا به وڌيڪ مضبوط ٿي ويا. پر حڪومت جي ڪارندن پير ڳوٺ ۾ رهندڙ هندن تي حملو ڪرائڻ جو پروگرام رٿيو، جنهن رات انهيءَ سازش مطابق حملو ٿيڻ وارو هو ته شهيد صبغت الله شاه راشدي کي انهيءَ جي سٽس گڙنگ واري بنگلي ۾ پئجي وئي، پاڻ هڪدم احتياطي قدم کڻڻ جو حڪم ڏنو ۽ غازين

---

(١) سنڌ ڏانهن سنيها، مهاتما گانڌي. ص-٢

پنهنجي قوت جو ايتري قدر مظاهرو ڪيو جو حملو ڪندڙن کي گڙٻڙ ڪرڻ جي جرئت ئي ڪانہ ٿي." (۱)

اهڙي طرح شهيد صبغت الله شاه راشدي دورانديشي کان ڪم وٺندي نہ رڳو پير ڳوٺ وارن هندن کي خون خرابي کان بچائي ورتو، پر جتي جتي بہ هندو مسلم فساد ٿيندا هئا، اتي غازين جي جماعت پنهنجي ڀرپور سگهہ استعمال ڪري، سنڌ واسين کي انتشار ۽ بدامني کان بچائي وٺندي هئي. تاريخ جو انصاف تہ ڏسو جو هڪ ئي وقت، هڪ ئي خاندان جا ٻہ پير، هڪ وڏو گادي نشين ۽ مذهبي ڌر جو رهنما هجڻ جي باوجود، وطن واسين جو رکوالو ٿو بڻجي، ۽ ٻيو ترقي پسنديءَ ۽ جمهوريت جو دعويدار هجڻ جي باوجود، وطن واسين جي رت جو پياسو! اڄ جي ترقي يافتہ دور ۾ بہ هن مذهبي رهنما جي انقلابيت کي خراج تحسين پيش ڪيو وڃي ٿو ۽ ان جي برعڪس پير علي محمد راشدي کي ديس دروهين ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

دنيا جو اهو اصول رهيو آهي تہ جنگ جهيڙي ۽ فساد جو انت آخرڪار صلح ۽ ناه تي ئي ٿيو آهي. تنهن ڪري هن مسئلي جي حل لاءِ آخرڪار ٽربيونل جوڙيو ويو، جنهن جو سربراهہ جسٽس ويسٽن کي مقرر ڪيو ويو. پنهنجو ڪيس ڪٽڻ لاءِ پير صاحب ڀرپور ڪوشش ڪئي، ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏيو. مسلمان وڪيلن جي عدم تعاون ڪري ٽربيونل اڳيان ڪيس ئي وڪالت ڪرڻي پئي، ان سان گڏوگڏ جسٽس ويسٽن سان گڏ نوڪر نہ هجڻ ڪري نوڪر وارو ڪم بہ پير صاحب وڏي فراخدلي سان پئي سرانجام ڏنو.

مطلب تہ ڪيس ڪٽڻ لاءِ پير صاحب، ڪريل کان ڪريل حرڪتون بہ ڪرڻ لاءِ تيار رهندو هو. ڪيول ملڪاڻي لکي ٿو تہ: "جڏهن ڏريون ۾ جج منزل گاهہ جي سرزمين جو معائنو ڪرڻ ويا تہ ليگ جي وڪيل پير علي محمد راشدي، ويسٽن جا بوٽ پنهنجي هٿن ۾ کنيا، ۽ اهي مَنهہ جي ڇانوَ ۾ رکيا تہ، جج جي جسم مان لهر ڊوڙي وئي. جڏهن سڀ ٻاهر نڪتا تہ راشديءَ وري بوٽ کنيا ۽ ويسٽن جي پيرن اڳيان رکيائين، جج خوشيءَ ۾ نہ ماپي بنيادي

---

(۱) وطن جي آزاديءَ جو هيرو، نور محمد عباسي. ص- ۲٦۲.

ساڃاهہ پڻ وڃائي ويٺو.“(١)

سو اهي هٿا اسان جي جنوني ۽ جذباتي پير جا حال جو، هو مطلب حاصل ڪرڻ خاطر گندي کان گندو ڪارنامو ڪندي بہ لڄ محسوس ڪونہ پئي ڪيائين. انگريزن جا ائين بوٽ ڪٽڻ وقت پنهنجي عزت ۽ آبرو جو احساس تہ ڪونہ پئي ٿيو، پر سنڌ واسين جي تاريخي ورثي خودداري ۽ هٺ ڌرميءَ جو بہ ذري برابر احساس ڪونہ ٿيس. پـٽائي سچل ۽ سامي جي سرزمين جي ڌرتيءَ ڄائي، ائين پنهنجي وطن واسين جو نڪ ٻوڙائيندي شرم بہ محسوس ڪونہ ڪيو.

ڪجهہ وقت کان پوءِ جي ايم سيد ۽ پير صاحب، ڪجهہ هندو رهنمائن سان گڏجي ڪوشش ڪئي، تہ سنڌواسين جي وچ ۾ جيڪو پنهنجن هٿـن سان، نفرت ساڙ ۽ ڪيني جو زهر پکيڙيو هئائون، ان کي ڪڍڻ لاءِ جدوجهد هلائي وڃي. جي ايم سيد اخباري بيانن ذريعي پيار محبت ۽ ڀائيچاري سان گڏجي هلڻ لاءِ ٻنهي ڌرين تي زور رکيو ۽ انهيءَ لاءِ عملي قدم کڻندي گڏيل طور ”قرباني،“ اخبار جاري ڪئي وئي، جنهن جي ايڊيٽري وري بہ پير صاحب جهڙي نفرت زده ۽ ڏڪاريل ماڻهو جي حوالي ڪئي وئي، جنهن ڪجهہ عرصي اندر نانگ جيان پنهنجي کل مٽائي ”ساڳيائي لاٽون ساڳيا چگهہ.“ واري ڪار هندن کي چوچڙيون ڏيڻ شروع ڪيون، مجبورن جي ايم سيد ۽ پير صاحب جي جگري يار ايوب کهڙي اخبار تي بندش هئين، ۽ اهڙي طرح ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ نباهہ لاءِ راهہ هموار ڪرڻ جون سموريون ڪوششون بيڪار ثابت ٿيون.

جيڪو ڪجهہ ٿيڻو هو، اهو ٿي چڪو، برِصغير هند ۽ سنڌ ۾ نفرت جي باهہ پکيڙڻ ۾ انگريز سامراج ڪامياب ٿي ويو، گذريل وقت ڪڏهن بہ واپس ناهي ٿيندو، تنهن ڪري صدين کان گڏ رهندڙن جي وچ ۾ نفرت باقي رهجي وئي.

اهڙي طرح ١۴- مارچ ١٩٨٧ع مطابق ١٣ رجب ١۴١٧هہ ڇنڇر جي ڏينهن شام جو ٦ لڳي ۴٠ منٽن تي مڊايسٽ ميڊيڪل سينٽر ڪراچي ۾ وفات ڪيائين. سندن آخري آرام گاهہ سنڌي مسلم قبرستان لڳ، ميوا شاهہ ڪراچي ۾ آهي.

---

(١) سنڌ ڪهاڻي- ڪيول ملڪاڻي، ص- ٢٠٩.

# سُڌريل معاشري ۾ ماڻهوءَ جا عمل ئي سندس اصل شخصيت هوندا آهن.

تضادن جي ڇانو ۾ هلندڙ ڪائنات ۾ اهڙي ڪا بہ شيءِ موجود ڪانهي جيڪا سموري سچ (Absolute Truth) ڳڻائي سگهجي، ڇاڪاڻ جو هر عمل ۽ لقاءُ حالتن، جاءِ ۽ وقت جي حدن اندر رهندي پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي ٿو. اهوئي سبب آهي تہ ڪنهن بہ مخصوص شبيهہ سان وجود رکندڙ شيءِ پڻ مختلف حالتن اندر مختلف تاثر ۽ ڪيفيتون پيش ڪري ٿي. مثال طور ڏينهن ۽ رات ڪيئن پنهنجي مخصوص انداز ۾ ظاهر ۽ الوپ ٿين ٿا ۽ بظاهر سندن وجود جڻ تہ هڪ مخصوص حقيقت بڻجي چُڪو آهي، پر پنهنجي جڳهہ تي سچائي اها آهي تہ دراصل هر رات ۽ هر ڏينهن منفرد آهي، ڇو تہ هر نئون ڏينهن ۽ هر نئين رات ڪائنات ۾ ٿيندڙ تبديلين جي گردش منجهان نئين سر اُسرن ۽ غائب ٿين ٿا. جڏهن تہ اسان سڀني کي خبر آهي تہ سرشتي ۽ سائنس لاڳاپيل هر عنصر مسلسل مٽجڻ واري اصول سان لاڳاپيل آهن. اهوئي سبب آهي جو يونان جي ڏاهي هيراڪليٽس وڏي سوچ ۽ ويچار کان پوءِ چيو هُئو: ”وهندڙ پاڻيءَ ۾ ساڳئي هنڌ تي بہ ٻيرا پنهنجو پير نٿو وجهي سگهجي. ڇاڪاڻ جو اُيرندڙ سج هيٺان هر شيءِ نئين ۽ تبديل ٿيندڙ آهي.“

مٿي ٻُڌايل ڪائناتي سچائيءَ جا اثر هر وجود سان گڏوگڏ انساني وجود تي بہ پون ٿا. يعني سڀ ماڻهو شڪل شبيهہ ۽ هڏ ڪاٺ ۾ هڪ ٻئي سان مشابهہ هوندي بہ، دراصل هڪ ٻئي کان لاتعداد پهلوئن جي انداز ۾ مختلف آهن. جديد سماجي سائنس جو خيال آهي، تہ انسان پنهنجي وجود کان هٽي ڪري سماج جو حصو ۽ پرت هوندي ڏار سماجي سُڃاڻپ بہ رکي ٿو اها سڃاڻپ کيس پنهنجن روين جي سياويڪ مُناسبت ذريعي حاصل ٿئي ٿي. يعني سماج ۾ سندس مخصوص رهڻي ڪهڻيءَ ۽ روش جي مُهابي کيس انفراديت حاصل هُجي ٿي. پنهنجي انهيءَ انفراديت اندر هُو جيترو وڌيڪ سُشيل، قُرت، ڪهڻ پاسائون ۽ مُڪمل هوندو، اوتري وڌيڪ اهميت ۽ حيثيت کيس نصيب ٿيندي، معاشري ۾ جيئندڙ ’رواجي انسان‘ کان سندس ڪارڪردگي جيتري بهتري هوندي، سندس سماجي سُڃاڻپ ۽ مهانتا بہ اوتري ئي بلند ٿيندي ويندي. ڪنهن بہ سماج ۾ شخصيتن جي درجهہ بندي، انهيءَ مساوات هيٺ ٿيندي آهي. جيڪو بہ شخص پنهنجن روين، عملن ۽ تاثرن سان لاڳاپيل سماجي سرشتي تي جيتري شدت سان اثر انداز ٿيندو، حالتن کي تبديل ڪرڻ جي شڪتيءَ جي مقدار جي وٽس جيتري ججهائي هوندي، اوترو ئي وڌيڪ هُو سماج جي يادگيريءَ جو حصو بڻبو ويندو ۽ امر داستانن ۾ کيس جاءِ نصيب ٿيندي ويندي.

اهو سڀ سمجهندي، ڪنهن بہ باشعور انسان لاءِ ضروري آهي تہ اهو رکو خاص حد تائين شين کي قبول ڪرڻ بدران، پهلو درپهلو حقيقتن کي سمجهڻ جي جستجو جاري رکي.

انهيءَ پس منظر ۾ وڏيڪ جاڪوڙ ڪبي تہ خبر پوندي تہ شخصيتن ڪي سُڃاڻپ پڻ مختلف حوالن سان حاصل ٿيندي آهي. هڪڙا ماڻهو پنهنجن انسان دوست ڪاوشن ۽ هاڪاري جاکوڙ جي ذريعي اتهاس جي پنن تي اُڪرجي ويندا آهن، تہ ٻيا شخص وري پنهنجن ناهڪاري ڪرتوتن ۽ انسان/ وطن ويري ٻرن افعالن جي ڪري سُڃاتا ويندا آهن، تنهن ڪري ڪنهن بہ نياءُ پسند شخص لاءِ سماجي رُتبي جي مڙني سڙني حاصلات ٿي سي ڪجهہ نہ آهي، پر هُن لاءِ شخصيت جي صالح رُخن ۾ پيش قدمي ۽ ڪائنات ۾ ”ڪُڏيل حق ۽ سچ“ جو حصول ئي، انهيءَ سلسلي ۾ بهتر راهہ ٿي سگهي ٿي. اهوئي سبب آهي جنهن جي ڪري انساني سماج جا عظيم خيرخواهہ ظاهري عملن بدران، ڪنهن بہ عمل جي نتيجي ۾ پلٽہ پوندڙ نتيجن تي وڌيڪ زور ڏيندا آهن. بقول ”بو علي قلندر“:

”آن نماز تو شود آخر تباه
فکر باطلها کُند روحت سیاه.“

(تُنهنجي اها نماز، جنهن ۾ دُنياداري ۽ ڏيکاءُ جو بدنيتون لڪل آهن، سي تُنهنجي زمين ڪي ڪارو ڪري ٿيون ڇڏين.)

ڪنهن بہ سُڌريل معاشري ۾ ماڻهوءَ جا پير ۽ فعل ئي سندس اصل شخصيت هوندا آهن. تنهن ڪري سندس ڪردار جي سماجي حيثيت ڪان هٽي ڪري، اُنهيءَ جي ڪٽ ڪئي ويندي آهي. تواريخ تي نظر وجهبي تہ محسوس ٿيندو تہ، حضرت نوح جا پيٽ ڄڻيا پُٽ، ملامت جي بار هيٺان چنگهندي، نظر ايندا، جڏهن تہ اصحاب ڪهف جا غار ۾ رهندڙ ڪُتا، امر ڪتابن منجهہ زنده ٿي ويندا. حضرت محمد جو سڳو چاچو ابوجهل پنهنجي علم جي غرور ۾ پورجي ويندو، پر بلاول نالي هڪ حبشي غلام حق ۽ سچ جي صدائن ڪي بلند ڪندي نظر ايندو. ساڳئي طرح بنو اُميہ جي سڄي شهنشاهي رُعب تاب ۾ غير معمولي حيثيت فقيراڻي طبيعت رکندڙ شخص عُمر بن عبدالعزيز کي حاصل ٿيندي نظر ايندي، سنڌ جي اتهاس تي پڻ نهاريو تہ بادشاهي گهراڻي جي مير صوبدار تي تواريخ جي ضمير جي ملامت پئي پوندي، پر آفريقي غلامدار سماج جو پونير هوش محمد شهيد، پنهنجي رنگ جي ڪوجهائپ کي ڪردار جي سونهن ۾ تبديل ڪندي آڪاش کي ڇُهڻ لڳندو.

مطلب ڳالهہ جو اهو آهي تہ ماڻهن جي وچ ۾ فرق جو بنيادي عنصر چهرا، رنگ ۽ ذات پات نہ پر؟ ماڻهن جا ڪم، رويا ۽ رُجحان آهن. مان سمجهان ٿو تہ اڪرام ”ساگر“ عباسيءَ، پنهنجي هن ننڍڙي پر سڦلائتي ڪوشش ”تاريخ جي ڪنهڙيءَ“ ۾ پڻ بُنيادي طور تي انهيءَ فرق کي بحث هيٺ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هُن ماضي ڏور توڙي قريب ۾ سنڌ جي اهڙن ڪردارن جو اصل روپ پڌرو ڪرڻ جي جستجو ڪئي آهي، جيڪي دُنياوي لحاظ کان تہ انتهائي سگهارا، مشهور ۽ معتبر ٿي لڳا، پر پنهنجي سماجي ڪارج جي حوالي سان بالڪل نيچ ۽ گندا نظر ايندا. سندن طبيعت ۾ موجود هوس گيري، فرعونيت، مفاد پرستي ۽ انائيت اُنهن آفاقي سچائين، اعليٰ قدرن ۽ اُتم سوچن جا جنازا ڪڍي ڇڏيا، جن جي مهابي قومن کي عالمي برادريءَ جي آڪاس ۾ روشن ستارن جي حيثيت حاصل ٿي ويندي آهي ۽ اُهي اتهاس جي داستانن ۾ عزت ۽ احترام سان ياد ڪيون وينديون آهن.

اسان جي سنڌ (پوءِ اُها اڳوڻي هجي يا هاڻوڪي) ۾ عام طور تي ڏٺو اهو ويو آهي تہ چڱي ۽ بري جي وچ ۾ سنڌا ڪيڻ، ذلتن ۽ عظمتن جي وچ ۾ تفاوت پيدا ڪرڻ يا

ڪردارن جي اصل مقام جي نشاندهي ڪرڻ، ذري گهٽ پنهنجو پاڻ کي واڳونءَ جي وات ۾ ڏيڻ جي برابر آهي، غلطين نه مڃڻ واري اَڏ ۾ پيل سُتيءَ، شخصيت پرستيءَ جي ڦهليل وبا ۽ حقيقت پسنديءَ کان مسلسل فرار اختيار ڪرڻ واري نيتيءَ، اسان سنڌين کي اهڙين زوال جندڙ قومن جي قطار ۾ اچي بيهاريو آهي، جن جي آئيندي جي پڪ سان ڪنهن به پيش گوئي ڪرڻ جي جُرئت شايد ئي ڪنهن وٽ هُجي! مصيبت مٿان اها آهي ته اهو احساس هوندي به نه رڳو اسان اطمينان سان ويٺا آهيون، بلڪ ڪنهن به اهڙي خيال ۽ سوچ جي پڻ سخت مزاحمت ڪرڻ ۾ پڻ اڳيان اڳيان آهيون، جيڪا مستقبل بابت پنهنجين چنتائن کي اسان اڏو واضح ڪرڻ جي جُرئت ڪري ٿي، ڪهڙي خبر ته مسلسل ناڪامين ۽ معياري بهتريءَ کان وانجهائپ، اسان جي اندر بهتر رُخ ۾ جاڳوڙڻ واري خيال جون ئي پاڙون پٽي ڇڏيون هُجن! جنهن ڪري اسين هڪ طرف نام نهاد "عظيم ماضيءَ" کي ويٺا ياد ڪريون ته ٻئي پاسي ذميوارين کان پڃڻ لاءِ، مستقبل کي واضح انداز ۾ برداشت ڪرڻ کان پيا لنوايون. انهن ٻنهي پهلوئن تي نظر رکڻ لاءِ، ڪٿ، پرک يا تنقيد جي جيڪا ڪسوٽي هُجي ٿي، تنهن کي نه رڳو عام رواجي زندگيءَ ۾ "ڏوهه" جي سند عطا ٿي چڪي آهي، بلڪ پڙهيل لکيل طبقي ۽ سماج جي ساڃاهه وند حلقي به جڻ ته تنقيد ۽ ڇنڊڇاڻ کي هڪ بدترين قسم جو گُناهه قرار ڏيئي ڇڏيو آهي. اهوئي سبب آهي جو سنڌ ۾ ڪوبه غلط مجرم يا ڏوهي شخص ڪونهي، سڀ "عظيم" ۽ "مهان" آهن. ظاهر آهي ته جڏهن مهانتا ۽ عظمت جا معيار ماپا ئي اسان ٿوڙي ڦٽي ڪنداسين ته، پوءِ ذلتن ۽ غدارين جي پرک ڪيئن ٿي سگهندي؟ ڪردار به جڻ ته پاتياڻ ٿي پوندا، جنهن به ٿانو ۾ وجهبن اهڙو ئي روپ وٺي بيهندا، جڏهن ڪردارن ۾ غير مستقل مزاجي ۽ اڻ وٽندڙ لچڪ انتها تي هوندي ته پوءِ سماج به اهڙائي پلئه پوندا، جهڙن سماجن ۾ اسان جيئندي جڻ ته ڪن اڻڄاتل گُناهن جو سزائون ڀوڳي رهيا آهيون (اُميد اها آهي ته وقت جي تبديلي انهن سزائن کي شايد اچا وڌيڪ ڏکيو ڪري ڇڏيندي).

هي ڪتاب يا مضمونن جو مجموعو دراصل اخلاقي ۽ آدرشي قدرن ۾ يقين رکندڙ هڪ نئوجوان ۽ سپنن جهڙي سنڌ جي حاصلات لاءِ (پڳل دل سان ئي سهي پر نيت جي بيپناهه سچائيءَ سان) جاڳوڙيندڙ اهڙي قلمڪار جي پيار جو پورهيو آهي، جنهن ۾ بنان ڪنهن لالچ يا خوف جي فقط حقيقتن جا اولڙا تواريخ جي آئيني منجهه ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، ظاهر آهي ته انهيءَ جُرئت جي پاداش ۾ مٿس چڱا خاصا لفظن جا ڏنبا ۽ طنزن جا تير تاڻيا ويندا. چو ته حساب ڪتاب، ڪچ ۽ ڪٿ يا ڀلي ۽ ڀلي جا فرق ميساريندي اسان قدرن ۽ گُڻن جي عزت ڪرڻ ڇڏي ڏني آهي. هاڻي پاڻ وٽ سماجي برتري ماڻڻ لاءِ ٻئي کي قربانيءَ جو ٻڪرو (Scapegoat) بڻائڻ واري فنڪاري ئي دراصل سيني خوبين جو سرچشمو بڻجي چُڪي آهي.

اها وبا سماج جي مڙني پرتن سان گڏوگڏ علم، ادب ۽ ڏاهپ جي رُخن ۾ به ڦهلجي چُڪي آهي، جتي اسان اڳواڻ طبقه ڪيل سچائين" جي اکيون پوري تقليد ڪندي، تنقيد ۽ ترتيب کان پڙ ڪري بيهي رهيا آهيون. سُڃاڻ حلقن ۾ به هڪ وڏي اڪثريت انهيءَ راءِ جي آهي، ته عظمتن ۽ سُٺائيءَ جا جيڪي به مدي خارج معيار آهن، اُنهن کي بنان ڪنهن چون چران جي قبول ڪري وٺو ۽ اُنهن معيارن مطابق نامزد ڪيل سورمن جي سور مائپ جي باري ۾ پيدا ٿيندڙ سوالن کي فورن رد ڪريو ساڳي طرح حالتن ۽ روين جي ڇنڊ ڇاڻ تي به تحقيق نه ڪريو، چو ته ائين ڪرڻ سان اکيون پوري اعتقاد ڪرڻ واري

بيماريءَ سُڃاپڻ لڳي ٿي. جنهن جي نتيجي ۾ ڪُليل هٿن جي بند ٿيڻ ۽ هلندڙ ڪاروبار ڪي نقصان رسڻ جا انديشا ٿيڻ لڳن ٿا.

هتي اهو سوال پوءِ بہ بچي ٿو تہ آخر ڪيستائين چرخو ائين ئي هلندو رهندو! صُبح کي شام ۽ رات کي سحر چوڻ وارو اهو رواج سادگيءَ ۽ سچائيءَ جي سورج اڀرڻ ڪيترو وقت جاري رهي سگهندو!! حقيقت تہ اها آهي تہ معلومات جي تکي سرشتي ۽ تحقيق جي تيز ڏاڙ ڪوڙ جي سياه پردي کي، ايترو تہ آسانيءَ سان چاڪ ڪري ورتو آهي، جو هاڻي اهو ڏينهن ڪو گهڻو پري ڪونهي، جو اسان جي تواريخ جا نامر نهاد سورما، راڪشس ٿيڻ ۾ اچن ۽ مسلسل ناانصافيءَ جو شڪار ٿيل رد ڪيل ڪردار پنهنجي سر مهانتا جون ڪسوٽيون بڻجي پون:

”تن منهن موچارا مارئين، ملير جنهن ماڳ
ناقصد نوازي گهڻا، سندو تن ياڳ
اڳڻ مون اياڳ، حُسن مون هنَ ويو.“ (شاه)

پر انهيءَ پد کي پهچڻ لاءِ ضروري آهي تہ اسان پنهنجي پسند مطابق پرستش ڪرڻ واري پيٽ ڪان پاڻ بچائيندي، امر سچائين کي سندن نج ۽ سپاويڪ انداز ۾ قبول ڪرڻ جو ڏانءُ سکون، پلي تہ اُن سان ذاتي، شخصي ۽ گروهي مُفادن تي ڪا ضرب چو نہ پوي، پر ڪُڏيل فائدي (General Good) جي حصول جي ڪري اسان پنهنجي راءِ کي پنهنجي سرِ رد ڪرڻ/ واپس وٺڻ جهڙي اعليٰ ظرف جو مظاهرو ڪريون. يعني لٺ پلي پاءُ خاطر ڪٽو پر ڳالھ الھ لڳ ڪرڻ جو هنر سکون.

ادب، علم ۽ اتهاس نويسيءَ جي فن ۾ چند چاڻ ڪندي ڪنهن بہ تعصب جو شڪار ٿيڻ بدران راءِ سان ايمانداريءَ جو لاڳاپو برقرار رکڻ کپي. تنقيد جي روح کي تخريب ۽ تجريد جو بُک بڻائڻ دراصل بدديانتي ۽ ڪمر ظرفيءَ جو بدترين مظاهرو ئي هجي ٿو. چاڪاڻ جو اسان کي اها سُڌ هجڻ کپي، تہ ڪنهن بہ فرد، واقعي يا حالت جي ڪٿ رڳو حواسن جي اُپنگي استعمال ذريعي نتيجا اخذ ڪرڻ جو نالو نہ، پر شعور جي بلندين ۽ گهڻ رُخي جاچ کي، تخليقي جوهر سان سلهاڙي، اعليٰ درجي جي بصيرت ذريعي، ايمانداريءَ پري راءِ پيش ڪرڻ وارو عمل آهي، ڪٿ کي ”راءِ پيش ڪرڻ جو عمل“ اسين ان ڪري چونداسين جو ڪنهن بہ قسم جي فيصلي جو حق نہ رڳو ماضي ۽ حال پر مستقبل وٽ بہ محفوظ هُجي ٿو.

تنقيد يا ڪٿ ڪندي مقصد جي وضاحت ڪرڻ بہ لازمي آهي، چو تہ ائين نہ ڪرڻ سان حسد، نُڪتہ چيني، گلاخوري، آسهپ ۽ تنقيد جي وچ ۾ جيڪي فرق آهن، سي مٽجيو ٿا وڃن. مُنهنجو مقصد بالڪل واضح آهي تہ جا ذهني رويا ۽ ڪٿ جا معيار چڱا هُجن، ڪين تنقيد ڏانهن بہ ايمانداريءَ پريل تخليقي انداز اختيار ڪرڻ کپي نہ ڪي روايتي ۽ محدود سوچ وارو. مثال طور ڪنهن بہ علم ۽ استد لال سان لاڳاپيل تحرير تي ٽيڪا ٽپڻي ڪو روايتي خطيب يا ڪو هوشيار بيوروڪريٽ، پنهنجن طئہ ڪيل معيارن مطابق ڪندو تہ ظاهر آهي، تہ اُهو بالڪل ائين ئي ڪندو، جيئن ڪنهن پوليءَ کي حسين مارويءَ جي تصوير ناهڻ لاءِ پنهنجي ۽ هو ڪنهن پوري پوليءَ جي تصوير ناهي ويهي رهي. انهيءَ سان گڏوگڏ اهو بہ ضروري آهي تہ ڪوبہ ڪٽيندڙ، پنهنجي فڪري لاڙن بابت وضاحتون پيش ڪندي تاثريت ۽ داخلي احساساتي پرک جي بُنياد تي فيصلو صادر ڪرڻ جهڙي عياشيءَ بدران، پيٽ وار جائزي (Comperatine Studies) ذريعي

ثبوت، دليل ۽ حقيقتون بيان ڪري. ڇاڪاڻ جو ائين ڪندي انساني سماج منجھ مؤجز حمايتي انداز (Favouratism) سندس فني ايمانداريءَ تي اثر انداز نہ ٿي سگھندو.

سنڌ جي حالتن کي نظر ۾ رکندي، مان سمجھان ٿو تہ اسان کي سنڌي سماج ذانهن اهڙي قسم جي تنقيدي رويي لاءِ احترام پيدا ڪرڻ گھرجي. ياءُ اڪرام ساگر عباسيءَ جي تنقيدي مضمونن جو هي مجموعو "تاريخ جي ڪنهڙي ۾" دراصل اسان جي سنڌ جي سماج اندر ڪردار سازيءَ جي سلسلي ۾ هڪ اهڙي ايمانداريءَ ڀريل ڪوشش چئي سگهجي ٿي جيڪا دل جي حضور، نيت جي خلوص ۽ سچائيءَ سان محبت جي طفيل سنڌ جي پڙهندڙ ماڻهن ۾ علم ادب سان دلچسپي رکندڙ دوستن وٽ مُناسب مڃتا ماڻيندي. لائق ليکڪ هن ڪتاب ۾ جيتوڻيڪ پنهنجي وٽ آهر مطالعي ۽ حقيقتن جو خوبصورتيءَ سان توازن ڪيو آهي، پر اڃا بہ ڪيس پنهنجي داخلي ۽ جذباتي روين کي خارجي حقيقت پسندي ۽ اظهار کي معقوليت جي ڪنٽرول ۾ ڪرڻو پوندو. ڇاڪاڻ تہ هُن کي جيڪو ڪجھ ثابت ڪرڻو آهي، سو تسليم ٿيل ڪائناتي سچائين جي طفيل ۽ تنقيد جي اعليٰ معيارن کي نظر ۾ رکندي ئي پيش ڪرڻو آهي. هونئن بہ هڪ انسان دوست ۽ باذوق فنڪار ڪڏهن بہ حتمي فيصلا ڏيڻ بدران رڳو حقيقت ۽ دليل کي پنهنجي اندر جو آواز بڻائيندو آهي ۽ پوءِ فيصلي جو اختيار هر فرد ۽ دؤر کي اربي ڇڏيندو آهي. ڇو تہ ڪنهن يوناني فيلسوف مطابق "ماڻهو ئي سڀ شيءِ جو ماپو هجي ٿو."

جيتري قدر سندس محنت جو تعلق آهي تہ مان تہ ائين چوندس تہ سنڌ جي ساهتي ۽ علمي حلقن ۾ اڻ گهڙيل شاعريءَ ۽ بي ربط ڪالمن جي شڪل ۾ مسلسل جاري رهندڙ "شامِ غريبان" جهڙي صورتحال ۾، اڪرام جي هيءَ ڪوشش، صُبح جي ٿڏڙي هير وانگر بهرحال بيحد ساراهڻ جوڳي ۽ قدر جي لائق آهي. ڀلي تہ معمولي شروعات ئي چو نہ هُجي، پر ايتري پڪ آهي تہ هميشہ عظيم ڪمن جي شروعات عام رواجي عملن سان ٿيندي آهي. وڏن ڪارنامن پُنيان روايتي قسم جي بيچيني ۽ اُڻ تڻ لڪل هوندي آهي. توڻي جو سنڌ ۾ تخليقي ۽ تنقيدي رُخن ۾ ٿيندڙ "پيش قدميءَ" کي نظر ۾ رکندي مان اڪرام جي هن پورهيي کي عام رواجي طرح سان رنڍا روڙڻ نٿو سمجهان، پر پوءِ بہ منجهانئس اها اُميد ضروري ٿو رکان تہ هو پنهنجي ضمير، سچائي ۽ محنت جي ساڻ سان سنڌ کي معياري بهتريءَ جي صورت ۾ ڀيا بہ تحفا ضرور اَڇيندو رهندو. ڇاڪاڻ جو اهو نہ رڳو سندس قومي، اخلاقي ۽ انساني فرض آهي، پر عبوري دؤر منجهان گذرندڙ اجوڪي سنڌ اندر وجود جي ڪارج ڀريي هُجڻ ۽ پنهنجي سوچ ۾ وجود جي لاءِ احترام ڀري تصور رکڻ لاءِ بہ، ضروري آهي تہ هو پنهنجي وقت ۽ قلم جي سڦلائتي هُجڻ جا عقلي، علمي ۽ تحقيقي جواز فراهم ڪندو رهي.

"کچھ نہ کی اپنی جوینِ پارسا نی، ورنہ یاں
ذرہ ذرہ روکشِ مُرشید عالم تاب تھا." (غالب)

**انعام شيخ**

گلشن اقبال
ڪراچي
11- اپريل 1996ع



ادب، علم ۽ اتهاس نويسيءَ جي فن ۾ چندبچاڻ ڪندي، ڪنهن بہ تعصب جو شڪار ٿيڻ بدران راءِ سان ايمانداريءَ جو برقرار رکڻ ڪپي. تنقيد جي روح ڪي تخريب ۽ تجريد جو بُک بنائڻ دراصل بدديانتي ۽ ڪم ظرفي جو بدترين مظاهر ئي هجي ٿو.

---

مان سمجهان ٿو تہ اڪرام ساگر عباسيءَ، پنهنجي هن ننڍڙي پر سڦلائتي ڪوشش **"تاريخ جي ڪنهڙي ۾"** پڻ بُنيادي طور تي انهيءَ فرق ڪي بحث هيٺ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هُن ماضي ڏُور توڙي قريب ۾ سنڌ جي اهڙن ڪردارن جو اصل روپ پڌرو ڪرڻ جي جستجو ڪئي آهي، جيڪي دُنياوي لحاظ کان تہ معتبر ٿي لڳا، پر پنهنجي سماجي ڪارج جي حوالي سان بالڪل نيچ ۽ گندا نظر ايندا.

---

هي ڪتاب يا مضمونن جو مجموعو دراصل اخلاقي ۽ آدرشي قدرن ۾ يقين رکندڙ هڪ نؤجوان ۽ سپنن جهڙي سنڌ جي حاصلات لاءِ (يڳل دل سان ئي سهي پر نيت جي بي پناه سچائيءَ سان) جاڪوڙيندڙ اهڙي قلمڪار جي پيار جو پورهيو آهي. جنهن ۾ بنا ڪنهن لالچ يا خوف جي فقط حقيقتن جا اولڙا تواريخ جي آئيني منجهہ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

انعام شيخ

---

نئون نياپو

SINDH
PUBLISHING
HOUSE
KARACHI

---

قيمت: ۴۰ روپيا

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي ورڃي پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڇاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ټوڙي نيرا، ساوا ټوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)